# سنڌي ٻولي

## لسانياتي جاگرافي، آراڌايون ۽ لفظي ترتيب

محمد عمر چنڊ




سنڌي لئنگويج اٿارٽي

# سنڌي ٻولي

## لسانياتي جاگرافي، آراڌايون ۽ لفظي ترتيب

محمد عمر چنڊ



سنڌي لئنگويج اٿارٽي

سنڌي ٻولي لسانياتي جاگرافي، آراڌايون ۽ لفظي ترتيب محمد عمر چنڊ



# SINDHI LANGUAGE

## Linguistic Geography, Variations and Word Order

MUHAMMAD UMAR CHAND



Sindhi Language Authority

# سنڌي ٻولي

## لسانياتي جاگرافي، آراڌايون ۽ لفظي ترتيب

محمد عمر چنڊ

Catalogue Reference
Chand,Prof. Muhammad Umar
Sindhi Language
Linguistic Geography,
Variation and content of words
Sindhi Language Authority
ISBN:969-8194-64-9

Sindhi Language:Linguistic Geography, variation and content of words.

By: Prof. Muhammad Umar Chand
Edition: First,2004
Quantity: 1000
Published by: Sindhi Language Authority, National Highway, Hyderabad 71000 Sindh Pakistan
Tel: 0221_9240050_53
Fax: 0221_9240051
E_mail: Sindhila@yahoo.com, Sindhila1@hotmail.com
Website: www.sindhila.org
Printer: Sindhica A
Price: Rs.200/-, $10

سنڌي لئنگويج اٿارٽي

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو ڪتاب نمبر (87)

سڀ حق ۽ واسطا محفوظ

سنڌي ٻولي: لسانياتي جاگرافي، آراڌايون ۽ لفظي ترتيب

مصنف: محمد عمر چنڊ

ڇاپو: پهريون

سال: 2004ع

تعداد: 1000

قيمت: =/200 روپيا، 10 ڊالر، 6 پائونڊ

Catalogue Reference
Chand, Muhammad Umar
Sindhi Language
Linguistic Geography,
Variation and Word Order
Sindhi Language Authority
ISBN: 969-8194-64-9

**Sindhi Language**: Linguistic Geography, Variation and Word Order.

By: Prof. Muhammad Umar Chand
Edition: First, 2004
Quantity: 1000
Published by: Sindhi Language Authority, National Highway, Hyderabad 71000 Sindh, Pakistan
Tel: 0221_9240050_53
Fax: 0221_9240051
E_mail. Sindhila@yahoo.com, Sindhila1@hotmail.com
Website: www.sindhila.com.pk
Printer: Sindhica Academy Karachi

Pirce: Rs. 200/=, $10, £ 6


## فهرست


ناشر طرفان: ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو 7
تعارف: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 9
تقريظ: محمد ابراهيم جويو 11
ٻه اکر: احمد شيخ ۽ عبدالغفار شيخ 14
منڍ: ليکڪ 16

### ڀاڱو پهريون

### لسانياتي جاگرافي 21

**باب پهريون:**
قصو ڪٽڪ جي باغ پوکيندڙ مالهيءَ جو 21

**باب ٻيون:**
تحقيق جا ڪي اهم پهلو 25
(الف) فيلڊ ورڪ جي اهميت 25
(ب) تشريحي نقشن جي اهميت 28
(ج) اعداد و شمار ۽ جدولن جي اهميت 34

**باب ٽيون:**
لسانياتي جاگرافيءَ سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث 36
(الف) لساني جاگرافي يا لسانياتي جاگرافي 36
(ب) ”سنڌي ٻوليءَ جي لسانياتي جاگرافيءَ جون حدون“ 38
(ج) ٻوليءَ جي جاگرافي ۽ لنگوسٽڪ جاگرافي 40
(د) ڪم جو طريقو 45

**باب چوٿون:**
ڊاياليڪٽالاجيءَ سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث 47

(الف) لهجن ۽ محاورن جي تقسيم جو سٽاءُ 47
(ب) "ڊاياليڪٽ" جي معنيٰ تي ويچار 50
(ج) ڪولوڪي، ڊايالاگ، ڊاياليڪٽ ۽ اڊيم جي معنائن تي بحث 52
(د) ڊاياليڪٽ لاءِ سنڌيءَ ۾ مناسب لفظ ڪهڙو ٿيندو؟ لغة، لسان، لهجة يا محاورة 59
(هہ) ڊاياليڪٽ ۽ ايڪسينٽ لاءِ سنڌيءَ جا مناسب لفظ: 65

باب پنجون:
ٻوليءَ جون وصفون ۽ انهن سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث 69
(الف) ماڻهو چو تو ڳالهائي؟ طلب ۽ جواب جو مسئلو 69
(ب) ٻوليءَ جي هڪ پراڻي وصف تي ڪي اعتراض 71
(ج) الانا صاحب جي آچيل وصف جو جائزو 72
(د) ٻوليءَ جي وصف ڪهڙن لسانيات جي ماهرن ڪيئن ڪئي آهي؟ 77
(هہ) گروهہ الف (سماجي)، ۽ گروهہ ب (غير سماجي)
لسانياتي ماهرن جي سوچ ويچار جو فرق 81
(و) ويبسٽر جي ڊڪشنري (1976ع) ۾ ٻوليءَ جي وصف 82

ڀاڱو ٻيون

ٻوليءَ جي آراڏاين جي مطالعي جي تاريخ جو مختصر جائزو 84

باب ڇهون:
لسانياتي جاگرافيءَ جي اوسر جو هڪ مختصر تاريخي جائزو 86
1. تشابهتي لسانيات کان محاوراتي جاگرافيءَ تائين 86
(الف) اصل ٻولي يا "ماءُ — ٻوليءَ" جي ڳولها 87
(ب) جوان گرامرين جو جٿو 90

باب ستون:
لسانياتي جاگرافيءَ جو پهريون دؤر 92
(الف) جرمنيءَ ۾ ٿيل ڪم 92
(ب) انگلنڊ ۾ ٿيل ڪم 93
(ج) فرانس ۾ ٿيل ڪم 93
(د) اتر ورهايل هندو پاڪ کنڊ ۾ ٿيل ڪم 94

باب اٺون:
لسانياتي جاگرافيءَ جو ٻيو دؤر 96
(ويهين صديءَ جي ٽئين ڏهاڪي کان اڄ تائين)
(الف) اٽليءَ ۾ ٿيل ڪم 96
(ب) فرانس ۾ ٿيل ڪم 97
(ج) امريڪا ۾ ٿيل ڪم 97
(د) سڪاٽلنڊ ۾ ٻيهر ٿيل ڪم 100
(هہ) انگلنڊ ۾ ٻيهر ٿيل ڪم 100

باب نائون:
لسانياتي جاگرافيءَ کان سماجي لسانيات تائين 104

باب ڏهون:
سماجي لسانيات کان محاورن جي اڀياس تائين 108
(الف) سماجي لسانيات جي اوسر 108
(ب) اقليتي گروهن جي محاورن تي ٿيل تحقيق 111
(ج) پجنن ۽ ڪريولن تي ٿيل ڪم 112
(د) معياري انگريزيءَ جي آراڏاين جي
توضيح جا مطالعا 114
• ڪورڪ گريگريءَ وارو ماڊل 117
• ۽ ساٿين جو ماڊل 120
• سٽريونز وارو ماڊل 121

باب يارهون:

سنڌي ٻوليءَ جي آراڏاين تي تحقيق جا ميدان 125

(الف) ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو جو سماجي لسانيات تي ٿيل ڪم 126

(ب) سماجي لسانيات، ٻوليءَ جي رٿا بندي ۽ تعليم 135

(ج) ٻوليءَ جون آراڏايون ۽ تعليمي فيصلا 139


## ڀاڱو ٽيون


باب ٻارهون:

سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظي ترتيب جو مسئلو 141

• مُنڍ 141

(الف) ٻوليءَ جي صحت جو مسئلو ۽ ان ۾ گرامر جي ڄاڻوءَ جي ذميداري 143

(ب) لکيل ٻوليءَ ۽ ڳالهايل ٻوليءَ جي لهجن جا الڳ گرامر 148

(ج) جهيلار جو لفظي ترتيب سان لاڳاپو 152

(د) ٻولين ۾ لفظي ترتيب جي گهرج 164

(هـ) سنڌي ٻوليءَ کي لفظي ترتيب جي پابنديءَ لاچار ڪونهي 173


## تشريحي ببليوگرافي


• ٻارهن بابن جو انگريزي ٻوليءَ ۾ تَتُ 184


## ناشر طرفان

1960 ع واري ڏهاڪي ۾ علمي حوالي سان لسانيات جي علم ۾ 'سماجي لسانيات' جو اصطلاح داخل ٿيو. سماجي لسانيات جي هن علم جي تعارف ۽ ڪم، لسانيات جي دنيا ۾ وڏيڪ دلچسپي پيدا ڪئي. سوچ ويچار ۽ تحقيق جا نوان دروازا کليا. جنهن جي نتيجي ۾ انسان، سماج ۽ ٻوليءَ جي حوالي سان نوان علم، نين تشريحن سان وجود ۾ آيا ۽ ٻولين تي ڪم ٿيڻ شروع ٿيو. جهڙوڪ: Language Planning (ٻوليءَ جي رٿابندي)، Dialectology، Language variation and change (ٻوليءَ ۾ فرق ۽ تبديلي)، Geolingusistics، (محاورا شناسي)، Social dialects (سماجي محاورا)، Computational linguistics (ڪمپيوٽرائي لسانيات)، (جاگرافيائي لسانيات)، Language status and Corpus، Neorolinguistics (دماغي لسانيات)، Acquisition Planning (ٻوليءَ جي حيثيت ۽ اندروني بناوت بابت رٿابندي) Language (ٻولي بابت حاصلات) وغيره. سماجي لسانيات جي اهڙي طرح علمي دنيا ۾ داخل ٿيڻ سان ٻولين ۽ ان جي آراڏاين بابت اڳ جا قائم ڪيل ڪيترائي مفروضا ته، "ٻوليون پنهنجي اندروني بناوت جي ڪري تبديل ٿين ۽ وڌن ويجهن ٿيون"، رد ٿيا. اهڙي طرح ثابت ٿيو ته ٻوليون ٻاهرين اثرن کان پڻ متاثر ٿين ٿيون ۽ انهن ۾ سماج جي تبديل ٿيندڙ حالتن مطابق تبديليون ٿينديون رهن ٿيون.

سماجي لسانيات جي متعارف ٿيڻ سان سماجي پس منظر ۾ ٻوليءَ جي تحقيق ڏانهن لاڙو ٿيو، ۽ بحث جا نوان موضوع سامهون آيا. خاص طور تي ٻوليءَ جي آراڏاين بابت بحث ته، هڪ ئي ٻوليءَ جي اچارن، لکڻ جي صورت ۽ لفظن جو استعمال مختلف نمونن سان ٿي رهيو آهي. اهڙي تفاوت کي سماجي رتبي، سهولتن ۽ لاڳاپن جي حوالي سان توري تکي نتيجا ڪڍيا ويا.

پروفيسر محمد عمر چند جڏهن 1973 ع ۾ آمريڪا انگريزيءَ جي حوالي سان ايم اي لسانيات ڪري ويو ته سندس واهپو انهن علمن سان پيو ۽ چند صاحب ان وقت هڪ تعارفي ڪتاب 'لسانياتي جاگرافي ۽ سنڌي ٻوليءَ جون آراڏايون' لکي زيب ادبي مرڪز حيدرآباد طرفان شايع ڪرايو. هن ڪتاب ۾ محمد عمر چند انگريزي، عربي ۽ فارسي ٻولين ۽ انهن تي ڪم ڪندڙ لسانياتي ماهرن جا حوالا ڏيئي، سنڌي ٻوليءَ جي آراڏاين ۽ لسانياتي جاگرافيءَ جي تشريح ڪري مثالن سان هنن علمن جي سمجهاڻي ڏني.

سنڌي ٻوليءَ ۾ سماجي لسانيات جي حوالي سان هي ڪتاب جيئن ته اهم تحقيقي مواد تي ٻڌل ۽ ابتدائي نوعيت جو هو، ۽ گهڻي وقت کان وٺي ختم ٿيل هو. ان ڪري هن ڪتاب کي ٻيهر ڇپائي لسانيات جي شاگردن ۽ دلچسپي رکندڙن لاءِ ميسر ڪري ڏيڻ نهايت ضروري هو. ٻر جيئن ته ان دوران سماجي لسانيات ۽ ٻوليءَ جي آراڏاين جي حوالي

سان ٻيون ڪيترين ئي تحقيقون ظاهر ٿيون هيون. ان ڪري اسان جي گذارش تي محمد عمر چنڊ صاحب هن ڪتاب کي نئين سر سڌاري، واڌارا ڪري '**سنڌي ٻولي: جاگرافي، آراڌايون ۽ لفظي ترتيب**' جي عنوان سان تيار ڪيو آهي. جيڪو اوهان آڏو پيش ڪندي نهايت خوشي محسوس ڪري رهيا آهيون.

هن ڪتاب ۾ جيئن ته سنڌي ٻوليءَ جي آراڌاين ۽ خاص طور ڳالهائي ويندڙ ٻوليءَ تي بحث ڪيل آهي. ان ڪري محقق ڪيترن ئي لفظن ۽ اصطلاحن کي انهن جي عام ڳالهائي ويندڙ اچارجي صورت ۾ استعمال ڪيو آهي. ان ڪان سواءِ انگريزي ٻوليءَ جي لفظن کي پڻ انهن جي مختلف اچارن جي شڪل جي حوالي سان رکيو آهي. ڇاڪاڻ ته هن بحث جو موضوع ئي ڳالهائي ويندڙ ٻولي آهي.

علمي دنيا ۾ هن وقت ٻولين تي تحقيق ۽ ٻولين جي سماجي ۽ اقتصادي ڪارج بابت بحث جا نوان دوازا کلي رهيا آهن. ان ڪري سنڌي ٻوليءَ جي سماجي لسانيات جي حوالي سان هن ڪتاب جي اشاعت پڻ هڪ اهم قدم ثابت ٿيندي. هن کان اڳ سنڌي ٻوليءَ جي سماجي لسانيات جي حوالي سان مختلف عالمن جي ڪجهه مضمونن ۽ مقالن کان سواءِ سنڌيءَ ۾ '**سنڌي ٻولي**: لسانيات کان سماجي لسانيات (ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو – 1998) ۽ انگريزي ۾

1. Sociolinguistic Survey of Indian Sindhi (Daswani & Parchani – 1978) 2. A Comparative Sociolinguistic Study of Urban and Rural Sindhi, (Qasim Bughio – 2001) International Edition) 3. Sindhis of Malaysia, A Sociolinguistic Study (Maya Khemlani David – 2001) 4. Sociolinguistics of Sindhi (M. Qasim Bughio 2004 – Pakistani Edition).

شايع ٿي هن علم ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سڃاڻپ عالمي سطح تي ڪرائي چڪا آهن. جڏهن ته 'سوشيو لنگئسٽڪس آف سنڌي' (2004) جو سنڌي ترجمو جلد ئي اثارتيءَ طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو ويندو.

اميد ته هن ڪتاب جي اشاعت سان سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سماجيات جي حوالي سان وڏيڪ ڪم ڪرڻ کي هٿي ملندي. هن ڪتاب جي تياريءَ دوران محمد عمر چنڊ هر مرحلي تي تمام گهڻو سهڪار ڪيو آهي، جنهن لاءِ اسان سندس ٿورائتا آهيون. اسان کي اميد آهي ته هي ڪتاب سماجي لسانيات ۽ ٻوليءَ جي شاگردن لاءِ نهايت ڪارائتو ثابت ٿيندو.

ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو
چيئرمئن



# تعارف

محترم محمد عمر چنڊ سنڌ جي انهن ذهين نوجوانن مان آهي، جن پنهنجي زندگي صحيح طور علمي مطالعي ۾ صرف ڪئي آهي. "سنڌي" نه فقط سندس مادري زبان آهي پر هو هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ ڄائو نپنو ۽ انهيءَ ڪري ڀرپور ڀرپور ۽ انهي جي سنڌي ٻوليءَ ڪان بخوبي واقف آهي. ان ڪان سواءِ انگريزي ٻوليءَ جي مطالعي ۾ خاص مهارت حاصل ڪئي اٿس ته ڪيئن انگريزي هڪ ٻاهرين ٻوليءَ جي لحاظ سان نوَن سکندڙن کي مؤثر طريقي سان پڙهائجي. انهيءَ سلسلي ۾ هن "ٻوليءَ جي علم" يعني "لسانيات" ۾ وڏي ڄاڻ پيدا ڪئي آهي.

محترم محمد عمر چنڊ جو هيءُ ڪتاب "لسانياتي جاگرافي ۽ ٻوليءَ جون آراڌايون". جيئن جو ان جي عنوان مان ظاهر آهي، ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ لسانياتي جاگرافيءَ جي اصول ۽ تقاضائن جي حوالي سان ڊاڪٽر غلام علي الانا جي لکيل ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ" جو علمي جائزو ورتو ويو آهي. ٻئي ڀاڱي ۾ "ٻوليءَ جي آراڌاين" تي، " تقابلي لسانيات" ۽ "تاريخي لسانيات" جي حوالي سان بحث ڪري اهو واضح ڪيو ويو آهي ته ڪيئن هيءُ علمي مطالعو نيٺ "سماجي لسانيات" واري منزل تي پهتو آهي ۽ ڪيئن اهو اڄڪي هلي علمي ۽ تعليمي سلسلن تي اثرانداز ٿيندو.

هيءُ ڪتاب ايڏو وڏو ناهي، پر موضوع ۽ مقصد جي لحاظ سان مصنف طرفان هڪ خاص علمي ڪارنامو آهي. جنهن مقصد سان ۽ جنهن طريقي سان لائق مصنف هن خالص موضوع کي نباهيو آهي،

سو قابل تعريف آهي. ڏٺو ويو آهي تہ اهي مصنف جيڪي انگريزي يا ٻي ڪنهن ٻولي ۾ لکيل ڪتابن جي مطالعي بعد پنهنجي زبان ۾ ڪنهن موضوع تي لکن ٿا تہ سندن عبارتون اڪثر مبهم ۽ پيچيده رهجي وينديون آهن. پر محترم چنڊ جو اسلوب بيان صاف آهي ۽ هن پنهنجي خيالن ۽ نظرين کي چٽي نموني ۾ بيان ڪيو آهي.

محترم محمد عمر چنڊ هن کان اڳ چڱا چڱا مضمون لکيا آهن. پر هي پهريون پيرو آهي جو هن هيءُ ننڍڙو پر قيمتي ڪتاب لکيو آهي. اميد تہ هن علمي موضوع تي سوچيندڙ ۽ ڪم ڪندڙ سندس هن ڪتاب مان رهنمائي حاصل ڪندا.

نبي بخش خان بلوچ
حيدرآباد سنڌ
31 ڊسمبر 1983ع



# تقريظ

ادب ۽ علم جي دنيا ۾ تنقيد ائين آهي جيئن زمين ۾ پاڙ. جنهن سان اُمنگ جا، فڪر جا ۽ تجزيي جا ڦٽندڙ سلا پلا تي چمن ٿا. پوريءَ طرح وڌن ٿا، ۽ وڏا سنگ جهلين ٿا، ۽ ڪڻ مان ڪيچ لهن ٿا.

اسان وٽ جيڪڏهن تنقيد جي ڪا اٿاٿ آهي، اُها انهيءَ ڪري بہ آهي، جو اسان جي ادب ۽ علم جا ڪيڙائو اجا ان سان، يعني تنقيد سان، سيجھَرو بنجي ۽ ان جا هيراڪ ٿي نہ سگھيا آهن.

دراصل تنقيد ۽ خود تنقيد جي دستور جو ان سماجي فضا ۾ فروغ گهٽ ممڪن بلڪ گهٽو مشڪل ٿئي ٿو جيڪا جمهوريت مخالف هجي ٿي. جو تہ ان فضا ۾ ڪثير خلق جي انفرادي توڙي اجتماعي راءِ جي اهميت يا احترام تقريباً ڪلي طور ناپيد هجن ٿا. جنهن فضا ۾ رڳو "جيءُ سائين"، "حاضر سائين" ۽ "ٺيڪ ٺيڪ" جو ورد زبان ۾ "هائو سائين هائو" جي ڪنڌ ڌوڻ تي هلندڙ هجي، ان فضا ۾ اميرن سان گڏ غريب بہ، وڏيرن سان گڏ ننڍيرا بہ، ڏاڍن سان گڏ هيڻا بہ، بالادست توڙي زيردست سڀ، فقط "صدق صدق"، "ٺيڪ ٺيڪ" ۽ "هائو هائو" ٻڌڻ لاءِ آتا هوندا آهن. سچ جنهن کي چئجي ٿو سو نہ ڪنهن جي ٻڌڻ جو نہ ڪنهن جي چوڻ جو ٿو رهي. مگر ڪوڙ ۽ چاپلوسي ئي ان فضا ۾ انساني سماج جا رائج الوقت سِڪا بڻيل هوندا آهن.

بهرحال اهڙين ساهہ گهٽيندڙ سماجي فضائن ۾ بہ بي غرض، بي خوف ۽ معصوم ماڻهو هوندا آهن. جيڪي ڪوڙ ۽ چاپلوسيءَ جي اٽيل هوائي پوشاڪن ۾ پاڻ کي آلوپ سمجهي گهمندڙ بادشاهہ يا بادشاهن کي ڏسي، مشهور لوڪ ڪهاڻيءَ واري ٻار وانگر

چئي ڏيندا آهن تہ "ڏسو اوهان جا بادشاهہ تہ سچا اگهاڙا پيا هلن!" پر ائين چوڻ لاءِ ڏسڻ، سمجهڻ ۽ طاقت گويائيءَ جي استعمال جي ۽ استعمال جي ڍنگ جي، ضرورت رهي ٿي. جيڪي ماڻهن وٽ موجود هوندي بہ، گهڻن کي انهن جي استعمال جي همت ۽ استعمال جي سچائي ميسر ڪانہ هوندي آهي.

زير نظر ڪتاب، "لسانياتي جاگرافي ۽ ٻوليءَ جون آراڙايون" استاد محترم ميان محمد عمر چنڊ جو تحقيقي ۽ تنقيدي ڪتاب آهي ۽ سچي جو سچو ان لوڪ ڪهاڻيءَ واري ٻار جي بي غرض، بي خوف ۽ معصوم صاف گوئيءَ سان لکيل آهي. علم ۽ ادب جي لطيف ۽ جوهر طلب دنيا ۾ جنهن ذميواريءَ، توجهہ ۽ ذوق سان، ۽ جنهن علم ۽ محبت سان کو تحقيقي ۽ تنقيدي مطالعو پيش ٿيڻ کپي، هيءَ ڪتاب ان جو هڪ مثال آهي. لسانيات جي دائري ۾ هڙيءَ پُرخلوص علمي ڪاوش تي سنڌي زبان جا پڙهندڙ ۽ لکندڙ بجا طور فخر ڪري سگهن ٿا. راقم جي نظر ۾ هن ڪتاب جي پيش ٿيڻ سان سنڌي زبان کي هڪ نئون، طاقتور ۽ اعليٰ صفتن جو نثر نويس مليو آهي، ۽ سنڌي تنقيد کي علمي نوع جو هڪڙو لاجواب ڪتاب، معيار قائم ڪندڙ ۽ مثال تي ڪم ايندڙ ڪتاب مليو آهي.

هن ڪتاب ۾ لائق مصنف ائين ڪونہ ڪيو آهي، جو هڪڙي اسان جي برک عالم (ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب) جي ڪم جي ويهي ننڌا ڪئي هجين، پر ڪين ان ڪم ۾ جيڪي ڪميون بيشيون ۽ غير علمي ڳالهيون نظر آيون آهن، تن جي ڏاڍي هڪ حسين ۽ پياري انداز سان نشاندهي ڪئي اٿن، ۽ پنهنجي وڏيڪ ۽ بهتر ڄاڻ جي بنياد تي انهن جي صفائيءَ ۽ صحت ڏانهن سچو پنهنجو ڌيان ائين ڏنو اٿن، جو زير بحث علمي موضوع جي ئي هيءَ علمي ڪاوش پنهنجي سِر هڪ الگ ڪتاب جي صورت اختيار ڪري بيٺي آهي.

ان طرح موضوع بابت سنڌن وسيع معلومات ۽ واضح بيان، سنڌن نفيس ۽ بي ايذاءِ مذاح سان ڀريل ڳالهين ۽ پختہ ۽ پر اعتماد سچيءَ تحرير سنڌن ڪتاب کي ايترو تہ هڪ دلڪش پيرايو ڏنو آهي، جو



هڪ پيرو ان کي هٿ ۾ کڻڻ سان آخر تائين پڙهي پورو ڪرڻ کان سواءِ ڇڏڻ تي دل ئي نہ چوندي ۽ بي ساختہ دل مان اها دعا نڪرندي تہ سنڌن قلم جو زور شل اچا وڌي، جو هڙا اعليٰ ڪتاب وٺائن اسان کي پيا بہ ملي سگهن ۽ ملندا رهن ۽ اسان جي علم ۽ ادب جو گلشن ائين سنڌن تازه هنيل سونهن، سرت ۽ سرهاڻ جي ٻوٽن سان وڌي ويجهي، سرسبز ۽ شاداب ٿئي ۽ اسين ۽ اسان جا ايندڙ نسل سدا ان جي اڪٺ برڪتن کان فيضياب ٿيندا رهون — آمين.

ڪتاب ۾ لفظ "آراڙو" پنهنجي صرفي صورتن "آراڙا" "آراڙائي، آراڙايون" "آراڙي، آراڙيون" سان ڪافي جاين تي ڪم آيل آهي. ڪتاب جي سرنامي ۾ پڻ لفظ "آراڙايون" موجود آهي. اميد تہ لائق مصنف پنهنجي پيش لفظ ۾ هن لفظ بابت پنهنجن لائق پڙهندڙن لاءِ گهربل وضاحت ڏيڻ جي ضرور تڪليف وٺندا.

محمد ابراهيم جويو
5 — مارچ، 1985ع

# ٻه اکر

محمد عمر چنڊ ڳوٺ نئون آباد تعلقي سنجهوري ضلعي سانگهڙ ۾ 21 سيپٽمبر 1944ع تي ڄائو. ابتدائي تعليم نئون آباد ۽ پوءِ کنڊياري ۾ ورتائين. مئٽرڪ جو امتحان 1961ع ۾ ٽنڊي ڄام جي هاءِ اسڪول مان ڏنائين. سروري اسلاميه ڪاليج هالا مان انٽر آرٽس 1966ع ۾ پهرين پوزيشن ۾ ۽ بي اي 1968ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. انٽر ونگ ايڪسچينج (اوڀر – اولهه پاڪستان جي پرگڻن ۾ ڏي – وٺ) جي رٿا هيٺ 1968ع ۾ ڍاڪا يونيورسٽيءَ جي انگريزي ڊپارٽمينٽ ۾ داخل ٿيو. جتان 1970ع ۾ پوزيشن سان انگريزي ادب ۾ ايم – اي پاس ڪيائين. 1971ع جي اپريل ۾ سروري اسلاميه ڪاليج هالا ۾ انگريزيءَ جو استاد ٿيو. هن ڪاليج جي صوبائجڻ وقت سنڌ جي تعليم کاتي جي سنڌي سربراهن هتي جي نون پراڻن سينئر استادن کي نئين پرتي ڪري سنڌ جي ويهن مختلف ڪاليج ۾ موڪلي هتي ٻين هنڌان اسٽاف آڻي رکيو. ان ورهاڱي جي حساب سان محمد عمر چنڊ اڍائي مهينا گورنمينٽ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ پڙهايو. جنوري 1972ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار ٿيو جتان سيپٽمبر 1973ع ۾ امريڪا جي يونيورسٽي آو اليناءِ ۾ "انگريزيءَ کي ٻيءَ زبان جي حيثيت سان پڙهائڻ" جي تنظيم ۾ ايم اي ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو جتي ايم اي جي ڪم پوري ٿيڻ کان پوءِ ساڳي فيلڊ ۾ ڊاڪٽوريٽ لاءِ ڪم ڪندو رهيو. سنڌ يونيورسٽيءَ کان سواءِ ايران، عراق، برونائي دارالسلام ۽ نيوزيلينڊ ۾ وڃي انگريزي پڙهايائين. انهن ملڪن ۾ رهي نه رڳو فارسي ۽ عربي ٻوليون سکيو پر اتي جي ثقافتي، تمدني، معاشرتي ۽ تاريخي حالتن جو روبرو مشاهدو ۽ گهرو مطالعو ڪيائين.



سندس ڇپريون مضمون پٽ شاهه ڪلچرل سينٽر جي ڪتاب ۾ 1958– 1959ع ڌاري "شاهه جي ڪلام ۾ عشق حقيقيءَ جو تصور" جي نالي سان شايع ٿيو جيڪو شاهه سائينءَ تي هيستائين ٿيل مطالعن جي نهج کان هٽيل هو. انهي ئي زماني ۾ "ماروي"، "هلال پاڪستان" ۽ "نئين زندگي" ۽ سماجي رسالي مهراڻ ۾ سندس ڪي مضمون شايع ٿيا. مثلاً "شاهه جي ڪلام ۾ طنز و مزاح"، "شاهه ۽ اقبال جي ڪلام ۾ وطن جو تصور" ۽ "اقبال جي ڪلام ۾ ابليس جو تصور" وغيره. 1969ع ۾ جڏهن هتي ون – يونٽ جا بند ٽٽي رهيا هئا. تڏهن محمد عمر چنڊ ڍاڪا يونيورسٽيءَ ۾ شيڪسپيئر جي ٽيمپيسٽ ۾ پراسپيرو کي پرماريت ۽ بيناليءَ جو اهڃاڻ قرار ڏئي رهيو هو ۽ ڪئليبان کي ڏتڙيل ڌرتيءَ جو ڏٽي قرار ڏئي رهيو هو. جنهن ۾ هر باغي هيرو جا وسنهن پسجي رهيا هئا. امريڪا ۾ تعليم جي زماني ۾ ٻولي ۽ ان جي پڙهائڻ بابت گهڻيون شيون لکڻ جو موقعو مليس. جيڪي مسودي جي صورت ۾ موجود آهن.

هن کان اڳ سنڌي ٻوليءَ ۾ لسانيات جي موضوع تي ڪيترن نامور محققن پنهنجون لکڻيون پيش ڪيون آهن. انهيءَ ڏس ۾ محمد عمر چنڊ جو هيءُ ڪتاب "لسانياتي جاگرافي ۽ ٻوليءَ جون آراڏايون" هڪ منفرد حيثيت رکندڙ ۽ اُن علم سان ڄاڻ رکندڙن لاءِ سونهون ٿيندو ۽ ان علم بابت وڌيڪ معلومات حاصل ڪرڻ جو محرڪ ثابت ٿيندو. سنڌي ٻوليءَ ۾ هڙئي علمي ڪتاب ڏسڻ کان پوءِ احساس ٿئي ٿو ته سنڌيءَ ٻوليءَ جو دامن ايڏو ته وسيع آهي جو ڪنهن به علم بابت اُن ۾ لکي سگهجي ٿو.

احمد شيخ ۽ عبدالغفار شيخ

## منڍ

جيڪو ماڻهو جنهن ٻوليءَ جي ماحول ۾ ڄاپي يا (ڄمي) نپجي وڏو ٿئي ٿو اُهو ماڻهو فطري طرح اُها ٻولي "حاصل" (acquire) ڪري ٿو. اُن ٻوليءَ جي جملن جي جوڙجڪ جو نظام، آوازن جي ڦِرڻ گهرڻ ۽ اُچارڻ جو سرشتو ۽ نون لفظن ناهڻ جا قانون سندس ذهن پاڻمرادو حاصل ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح ڇهن پنجن سالن جي ٻار ڪان وٺي وڏي عمر وارو هر ڳالهائيندڙ اها صلاحيت رکي ٿو ته بنا ڪنهن اسڪول ۾ وڃڻ جي ۽ بنا ڪنهن گرامر جي ماهر ڪان قاعدا قانون سکڻ جي، اهو ٻڌائي سگهي ٿو ته سندس آڏو ڳالهايل لفظ يا جملو صحيح ڳالهايو ويو يا نه. ائين ڇئي سگهبو ته ٻوليءَ جو گرامر جيڪو ڪنهن ماهر ماڻهوءَ لکيو آهي، سو هي ڳالهائيندڙ ڪونه ٿو ڄاڻي: ائين به ڇئي سگهبو ته گرامر جي ڄاڻوَ وٽ جيڪي گرامر جا اصطلاح استعال ٿين ٿا، اُنهن جي ڄاڻ هن ماڻهوءَ کي بلڪل ذري جيتري به ڪانهي: پر ائين چوڻ غلط ٿيندو ته هيءَ اٽپڙهيل ماڻهو اُن ٻوليءَ جي گرامر ڪان واقف ناهي. سڀ ڪنهن ٻوليءَ جو هر ڪو ڳالهائيندڙ پنهنجي ذهن ۾ هڪ اندروني گرامر رکي ٿو ، جنهن جي مدد سان هو پاڻ صحيح ڳالهائي ٿو ۽ پنهنجي يا پرائي ڳالهايل ٻول جي غلطي سڃاڻي ۽ ان کي درست ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو. اهو فيصلو اُن ٻوليءَ ڳالهائيندڙ ماڻهوءَ جي ذهن جو اُهو ڪمپيوٽر ڪري ٿو جنهن کي نفسياتي لسانيات جا ڄاڻو "ٻولي حاصل ڪندڙ اوزار" (Language Acquisition Device)چون ٿا. انهيءَ اوزار کي انهيءَ ڳالهه جو لاچار ڪونهي ته ڪنهن اسڪول، ڪاليج يا يونيورسٽيءَ ۾ وڃي پنهنجي ٻوليءَ جي گرامر جا قاعدا قانون سکي اچي، يا ٻوليءَ جي علم جي ڪنهن ماهر جو تيار ڪيل پروگرام پنهنجي ذهني ڪمپيوٽر کي پياري يا 'فيڊ' (feed) ڪري. اهو سڄو ڪاروبار قدرت جي طرفان نصب ڪيل يا



لڳل اهو "ٻولي حاصل ڪندڙ اوزار" پاڻهئي ڪري ٿو. "جنهن ٻاجهاري رحمان انسان کي هيءَ هدايت وارو ڪتاب سيکاريو انهي ئي انسان کي جوڙيو ۽ کيس بيان (ڳالهائڻ) سيکاريو."

اَلرَّحۡمٰنُ عَلَّمَ الۡقُرۡاٰنَ خَلَقَ الۡاِنۡسَانَ عَلَّمَهُ الۡبَيَانَ

فطرت جي هر جوڙيل شيءِ کي انسان سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ٻوليءَ کي سمجهڻ جون ڪوششون به هميشه کان هلنديون ٿيون اچن. "ٻوليءَ جا ڄاڻو" ته اُنهن سينن ماڻهن کي سڏي سگهجي ٿو جيڪي اُها ٻولي ڳالهائين، پر ٻوليءَ جي پيچ گهڙ يا جوڙجڪ جي متعلق ڄاڻي ٻجهي ڪا معلومات رکندڙ ماڻهوءَ کي "ٻوليءَ جي علم جو ڄاڻو يا ماهر"، عالم اللغة، لسانيات جو ماهر يا 'linguist' سڏي سگهجي ٿو.

لسانيات جا ماهر هيستائين جن علمي ميدانن يا کيتن (Fields) ۾ ڪم ڪندا رهيا آهن، تن ۾ صوتيات يا آوازن جا علم (فنالاجي ۽ فنيٽڪس)، جملي جي جوڙجڪ يا بناوت، 'نحو' يا (syntax) جو علم، لفظن جي ٺهڻ، صرف يا مارفالاجي (Morphology) جو علم ۽ معني (Semantics) جو علم اچي وڃن ٿا.

آوازن جي علمن گذريل ٻن سؤ سالن ۾ تاريخي لسانيات تشابهتي لسانيات جي علمن کي اُستوار ڪيو جن جي آڌار تي لسانيات جا ڄاڻو "ماءُ — ٻوليءَ" (اصل ٻولي) جي تلاش ۾ پٽڪندا نوان ميدان سر ڪندا رهيا. انهيءَ ڳولها دوران ڪي مهلون اهڙيون به آيون جڏهن ماهرن اُن حقيقت ڏانهن به ڌيان ڇڪايو ته جيئرين (موجود) ٻولين ۾ جيڪي آراڏايون * آهن، تن جو مطالعو ڪيو وڃي ۽ اهڙيءَ

---

* سائين محمد ابراهيم جويي صاحب سندن "تقريظ" ۾ "آراڏو" ۽ ان مان نڪرندڙ اُنهن لفظن جي تشريح جي صلاح ڏني، جيڪي هن ڪتاب ۾ استعمال ڪيا ويا هُئا. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي "جامع سنڌي لغات مان به اقتباس پيش ڪجن ٿا، جن ڪان پوءِ اميد ته ڪنهن وڌيڪ تشريح جي ضرورت نه رهندي.

طرح اوڻيهين صديءَ جي آخري اڌ ۽ ويهين صديءَ جي پهرئين اڌ وارو زمانو "لسانياتي جاگرافيءَ" جو زمانو هو جنهن ۾ جاگرافيائي مفاصلن جي ڪري پيدا ٿيندڙ آراڊاين تي ڪم ٿيو. اڳتي هلي جاڻن ڪي اهو سمجهه ۾ آيو تہ آراڊايون، جاگرافيائي مفاصلن کان سواءِ هڪڙي ٻئي جاگرافيائي هنڌ، سماجي، تعليمي، عمر، مضمون ۽ وسيلي جي فرقن يا آراڊاين ڪري بہ پيدا ٿيون. اهڙيءَ طرح "سماجي لسانيات" جو علم "سوشيالاجي آو لئنگويج" کان وڌي "سوشيولنگوسٽڪس" جي منزل تي پهتو. هوڏانهن لسانيات ۽ نفسيات جي گڏجڻ سان جيڪو علم "سائيڪالاجي آو لئنگويج" جي نالي سان اسريو هو سو جڏهن وڌي وڻ ٿيو تہ "سائڪولنگوسٽڪس" جو روپ وٺي بيٺو. ٻين ڳالهين سان گڏ هن علم وارن پهريون دفعو ٻار جي ٻوليءَ تي سائنسي انداز سان توجه ڪيو اهو ڏسڻ لاءِ تہ ٻار ڪيئن تو ٻولي حاصل (acquire) ڪري انهيءَ ڪوجنا جي ڪري اڳي جون گهڻيون ڏند ڪٿائون ڪوڙيون ثابت ٿيون. اهڙيءَ طرح ٻولي حاصل ڪرڻ ۽ "ٻولي سکڻ" جا بہ مختلف اصطلاح الگ الگ معنائن سان پڌرا ٿيا.

انهن سيني ڪوجنائن جو اثر وري ٻوليءَ جي تعليم تي ٿيو. ڌارين ٻولين پڙهائڻ وارن عالمن پنهنجي شاگردن لاءِ سکڻ جي واٽ کي سولو بنائڻ لاءِ ٻولين جا تقابلي تجزيا (Contrastive analyses) ڪيا. سندن خيال هو تہ جتي مادري ٻولي ۽ ڌاريئن ٻوليءَ ۾ ڪو واضح فرق نہ هوندو، اُتي سکڻ وارو شاگرد ٿاٻڙندو ۽ غلطيون ڪندو جتي ٻن

- آرادو ج آرادا: ذ. صفت. [سن. آراڌيہ = اڪيلائي ۾ وهندڙ] ع علاحده = الگ] اڪيلو – علحده – جدا – ڌار – الگ – آراڌو. – آراڌائي ج آراڌائيون: ث علحدگي – ويڇوڙو – جدائي – ڦوڙائو – فراق – آراڌائي (جامع سنڌي لغات (جلد اول سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ 1379هہ (1960ع) صفحو 38: ٻيو ڪالم)
- آراڌو ج آراڌا : ذ صفت [ع. علحده ؛ سن. اراڌيہ = اڪيلائيءَ ۾ وهندڙ] الگ – جدا علحدو، آرادو، عجيب – انوکو جنهن ۾ ڪنهن ٻئي جو حصو نہ هجي. اڪيلو – خلاصو – نرالو – ازغيبي – الک – محويت وارو – مستغرق. (ث) آراڌي ج آراڌايون (ايضاً ص 39، ڪالم پهريون)



ٻولين ۾ فرق نہ هوندا، پر يڪسانيت هوندي. اهي نوان نقطا سکڻ ۾ نسبتاً سولائي ڏيندي. پر پهرين ٻوليءَ جي حصول تي ٿيل ڪم مان پتو پيو تہ سکڻ جي دوران دماغ جو ڪمپيوٽر ڪي قاعدا قانون ٺاهي ٿو ۽ اهي قاعدا قانون آئيندي سکجندڙ ڳالهين تي جڏهن لڳائي ٿو تہ اهو سکيل قانون ڪم نٿو اچي، جو انهيءَ صورتحال لاءِ وري ڪو ٻيو قانون آهي جيڪو اڃا دماغ جي ڪمپيوٽر کي "پياريو" نہ ويو آهي، فيڊ نہ ٿيو آهي، يا دماغ اڃا سکيو ناهي. جيستائين اهو نئون قانون دماغ وٽ قبول نٿي ٿيستائين ٻار پنهنجي اڳئين قانون مطابق ڳالهائيندو رهندو. توهان ڀلي ٻار جي جملي صحيح ڪرڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جو زور لڳايو پر هو اڻين ڳالهائيندو جيئن سندس ڪمپيوٽر وارو گرامر ڪيس ٻڌائيندو. هاڻي ائين ڪونہ چئبو تہ ٻار غلط ٿو ڳالهائي ۽ وڏو صحيح ٿو ڳالهائي. پر چئبو تہ ٻار هن وقت سندس گرامر مطابق ڳالهائي ٿو ۽ سندس دماغي ڪمپيوٽر مطابق ائين صحيح آهي، حالانڪ وڏي جي گرامر مطابق هيئن صحيح آهي.

انهن ڳالهين کي ڏسي ڌارين ٻولين پڙهائيندڙن وري انهيءَ ڳالهہ ڏي توجہ ڪيو تہ ڌارين ٻولين سکندڙن جون ڪي ٿوريون غلطيون تہ برابر مادري ٻولي جي مداخلت (Interference) جي ڪري هيون، پر گهڻيون غلطيون سکڻ واري جي سکڻ جو هڪ حصو هيون جو سندس "ٻولي سکڻ جي اوزار" هڪڙا قاعدا سکي انهن کي اهڙي هنڌ بہ ٿي استعمال ڪيو جتي ٻيا ڪي قاعدا ٿي لاڳو ٿيا. انهي جي معنيٰ اها ٿي تہ هر سکڻ واري جي ظاهري طرح جيڪا غلطي ڏسڻ ۾ ٿي اچي سا نتيجو آهي، ڪنهن ان قانون جو جيڪو دماغ هن کان اڳ سکي چڪو آهي. انهيءَ ڪري ٻي ٻولي پڙهائڻ وارن چُڪن جي تجزئي (error analysis) تي توجه ڏنو تہ جيئن ٻولي سکڻ جي صحيح واٽ جي خبر پئجي سگهي.

انهن سيني تحقيقن جو اثر هڪ پاسي تہ تدريس جي طريقن (Methods of Teaching) تي پيو ۽ ٻئي پاسي قومي سطحن تي ٻولين جي رٿابندي (Language planning) جو علم اسريو ۽ اهو لازمي

ٿي پيو تہ تعليم سان تعلق رکندڙ هر ماڻھو ٻوليون پڙھائيندڙ هر ماڻھو ۽ قومي ۽ بين سطحن تي ٻولين سان تعلق رکندڙ هرڪو ڪارڪن لسانيات جي انهن مختلف شعبن, ڪيتن يا فيلڊز کان واقفيت رکي.

هي ننڍڙو ڪتاب جيڪو لسانياتي جاگرافيءَ جي بهاني سان شروع ٿيو هو لسانيات جي هر روز وڌندڙ ۽ نئين سج اُسرندڙ تارين مان هڪ ٻي تاري "ٻولين جي آراڏاين" (Varieties of language) سان بہ واسطو رکي ٿو هن کيت ۾ ٿيل تحقيق جو انهيءَ اُميد سان جائزو ورتو ويو آهي تہ جڏهن تحقيق جي واٽ جي سُڌ پوندي, تڏهن تحقيق ڪرڻ وارا بہ پيدا ٿي پوندا. هن ڪتاب ۾ لسانيات جي ڪن ٿورن ميدانن ڏانهن اشارا ڪيا ويا آهن, پر اجا گھڻا ميدان اهڙا بہ آهن جن ڏي ڪو ٿلهو اشارو بہ ڪونہ ڪيو ويو آهي. لسانيات جي علم جي ڳاٽاٽي کان ٻاهر مٿن مان ڪنهن هڪڙي يا ڪن ٿورڙن مٿن مان وٽ خاطر ڪي سُرڪيون پيش ڪيون ويون آهن, جيڪي اُميد تہ هن علم سان چاهہ رکندڙ پياڪن جي اُڃ وڌائڻ ۾ مددگار ثابت ٿينديون. پوءِ جنهن جي اُڃ وڌي, سو سر تان آهو ڪٽي ميدان ۾ ڪاهي پوي ميدان تمام وسيع آهي ۽ تمام گھٽي "قدر" ۽ "ڪيف" وارو:

وَٽَ وَٽَ وٺي ۾, مَٽَ مَٽَ مَنڊ پئو
قدر ڪيف ڪلاڙ جو پياڪن پئو
اچن دَرس دڪان تي ڪنڌُ قبول ڪئو
سرها سِرَ ڏئو چکن سُرڪَ سيد چئي.

محمد عمر چند
انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ
سنڌيونيورسٽي, اولڊ ڪيمپس, حيدرآباد
10 اپريل 1985ع 18 رجب 1405هہ
مير ڪالوني ٽنڊو ڄام 27 مئي 2004ع



# پاڱو پهريون

# "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي"

## باب پهريون

### قصو ڪٺڪ جي باغ پوکيندڙ ماليءَ جو

ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب هن کان اڳ لسانيات جي ميدان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي پڙهندڙن کي ڪي تمام ڪارائتا ڪتاب ڏنا آهن. جن مان "سنڌي صورتخطي" (1964), "سنڌي صوتيات" (1967ع) ۽ "سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بڻياد" (1974ع) وغيره جا نالا وٺي سگھجن ٿا.

سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهجي نموني جي پهرين ڪتابن هئڻ ڪري الانا صاحب جي هنن ڪتابن کي هڪ خاص اهميت ۽ فضيلت حاصل آهي. سنڌي ٻوليءَ جا پڙهندڙ جيڪي هوندا لسانيات جي علم کان واقف نہ هئا, سي الانا صاحب ۽ علي نواز جتوئي صاحب جهڙن بين بزرگن جي اهڙن ابتدائي نوعيت جي ڪتابن وسيلي لسانيات جي علم کان آگاهہ ٿيا.

ڊاڪٽر الانا صاحب جو ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي" (1979ع) انهيءَ سلسلي جي هڪ ڪڙي هُئي, جنهن ۾ پڙهندڙن جي آڏو لسانيات جي هڪ شاخ "لسانياتي جاگرافي" کي متعارف ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. لکندڙن ۽ پڙهندڙن تہ هن ڪتاب جو آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ هن نئين علمي ميدان ۾ دلچسپي پيدا ڪئي; پر انهي ساڳئي سبب جي ڪري جو سنڌيءَ ۾ پنهنجي نوعيت

جي هيءَ پهرين تصنيف هئي، اسان لاءِ اهو به لازمي هو ته هن ڪتاب مان لسانياتي جاگرافيءَ جي علم متعلق جن غلط فهمين پيدا ٿيڻ جو ڊپ هو ۽ جن ڳالهين جي چوڻ جي ضرورت هئي پر چيون نه ويون، انهن کي چٽي چٽو ۽ پڌرو ڪري ڏيکارجي ته جيئن پڙهندڙ سڌي واٽ سجاڻي سگهن.

ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب جي اڳين سيني ڪتابن جي ساراهه ۾ بنا هيڪ هڪ ڳالهه چٽي سگهجي ٿي ته انهن سيني لکتن ۾ اهو ڪجهه ڄاڻايل هو جنهن جي سندن عنوانن ۾ دعوي ٿيل هئي. اهڙيءَ طرح "سنڌي صورتخطي" وارو ڪتاب واقعي سنڌي صورتخطيءَ متعلق هو "سنڌي صوتيات" وارو ڪتاب واقعي سنڌي ٻوليءَ جي آوازن متعلق هو ۽ اهڙي طرح ٻيون تصنيفون به. پر "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي" واري هن ڪتاب جي عنوان مان ٻن ڳالهين جو خيال ٿي ٿيو:

1. ته هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ بابت آهي.
2. ته هيءُ ڪتاب لساني جاگرافيءَ بابت آهي.

پر ڪتاب کي غور سان ڏسڻ سان پتو پيو ته هن ڪتاب ۾ اهي ٻئي ڳالهيون نه هيون. اول ته هن ڪتاب اُنهن سيني علائقن جو احاطو نٿي ڪيو جن ۾ سنڌي ٻولي ڳالهائي ٿي وئي، نه رڳو ايترو پر وڏي ڳالهه ته سنڌ سونهاري، جتي عام طرح هوند سمجهجي ته ماڻهو سنڌي ٻولي ڳالهائيندا هوندا، اُن سڄي علائقي جو موضوع هن ڪتاب جي بحث کان ٻاهر هو. سنڌ جي بدران جن علائقن جو ذڪر هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل هو سي هئا ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات، راجستان، بلوچستان ۽ سرائڪي علائقو. انهيءَ لحاظ کان ائين نٿي چئي سگهياسين ته هن ڪتاب ۾ جنهن علم تي بحث ٿيل هو اُنهي سڄي سنڌي ٻوليءَ جو احاطو ٿي ڪيو. ٻئي طرف هن ڪتاب پڙهڻ مان معلوم ٿيو ته هن ۾ لسانياتي جاگرافيءَ (Linguistic Geography) جي اصولن پٽاندڙ مٿي ڄاڻايل علائقن ۾ هڪ زماني (Synchronic)، سنڌي ٻوليءَ جي اُچاري، لفظي يا ترڪيبي آراڊاين يا هڪجهڙاين جي جاگرافيائي معلومات بدران اُنهن جا گرافيائي ايراضين ۾ سنڌي ٻوليءَ جي پکڙجڻ جو تاريخي احوال هو. انهيءَ لحاظ





کان وري ائين به چئي ڪونه ٿي سگهياسين ته هيءُ ڪتاب فلاڻي ٻوليءَ جي لسانياتي جاگرافيءَ بابت آهي.

انهن ٻنهي سببن جي ڪري سمجهه ۾ آيو ته ڊاڪٽر صاحب جي هن ڪتاب جو هيٺ ڄاڻايل موضوعن مان ڪو هڪڙو مقصد هو.

1. سنڌ کان ٻاهر سنڌي ٻوليءَ جي پکڙجڻ جو تاريخي احوال، يا
2. سنڌي ٻوليءَ جي سرحدن وڌڻ جي جاگرافيائي تاريخ، يا
3. سنڌي ٻوليءَ جون سرحدون ۽ اُن جي تاريخي جاگرافي (يا جاگرافيائي تاريخ).

ٿي سگهي ٿو ته عام پڙهندڙ ماڻهو هن فرق کي چڱيءَ طرح سمجهي نه سگهي. ان فرق کي سمجهڻ لاءِ جيڪر هڪ مثال ڏجي ته باغن رکڻ جو ڪو شوقين ماڻهو ڪنهن مشهور زرعي ماهر جو لکيل ڪو ڪتاب وٺي آيو، جنهن جو ظاهري نالو هو "باغ ۽ باغباني". شوقين باغائي دڪان تان ڪتاب وٺي، جڏهن گهر اچي کولي پڙهڻ لڳو ته منجهس لکيل ڏنائين:

"باغبانيءَ جو شوق اڄڪلهه ماڻهن ۾ تمام گهڻو وڌي رهيو آهي، پر باغ رکڻ لاءِ جنهن محنت ۽ موڙيءَ جي گهرج آهي، سي هر ڪنهن جي وس کان ٻاهر آهن. اُن ڪري گهڻن ڪتابن ۽ رسالن پڙهڻ کان پوءِ مون پنهنجي ذاتي علم ۽ مشاهدي جي آڌار تي اوهان لاءِ هيءُ ڪتاب وڏي محنت ڪري لکيو آهي ته جيئن اوهين روڪڙ ڪمائيندڙ فصلن، جهڙوڪ وونئڻ ۽ ڪٽڪ پوکڻ جون ڪي تمام سهڪيون ۽ سوليون واٽون سکي سگهو...."

وونئڻ پوکڻ ۽ باغ رکڻ جا ٻئي موضوع، برابر ڪيتي ٻاڙيءَ سان واسطو رکن ٿا، پر جيڪو شوقين باغائي سڪ ۽ سڌ مان به ڏوڪڙ هڙان وڃائي، ليڪڪ جي ساک تي ويساهه ڪري، ان ڪتاب کي باغبانيءَ بابت لکيل سمجهي اهو ڪتاب وٺي آيو تنهن جو اُهو اصل مقصد نه سريو جنهن لاءِ ڪتاب ورتائين. هاڻي، جيترو فرق وونئڻ پوکڻ ۽ باغباني ڪرڻ ۾ آهي، ان کان به رتيون سَرسُ فرق ڪنهن ٻوليءَ جي جاگرافيائي تاريخ لکڻ ۽ ان جي لسانياتي جاگرافيءَ ڄاڻائڻ ۾ آهي.

اهو احساس خود فاضل مصنف کي به هن ڪتاب لکڻ وقت

هو تہ سندن هيءَ ڪتاب لساني يا لسانياتي جاگرافيءَ جي ضرورتن جي پورت نٿو ڪري پاڻ اهو چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا تہ سندن ڪتاب جو اصل موضوع سنڌي ٻوليءَ جي "لساني جاگرافي" نہ پر سنڌي ٻوليءَ جي جاگرافيائي تاريخ هو. انهيءَ ڪري هن ڪتاب جي "مهاڳ" ۾ ڊاڪٽر صاحب جن ڄاڻايو آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ تي سائنسي اصولن مطابق ڪم ڪرڻ لاءِ جنهن پٽسي، وقت ۽ ماڻهن جي سهڪار جي ضرورت آهي، سو هن وقت وٽن موجود ڪونهي. پاڻ لکن ٿا تہ اهڙي ڪم لاءِ جنهن "اسڪيم جو ڍانچو" تيار ڪيو ويو آهي، (اُن تي) في الحال عمل درآمد ڪرڻ جو ڪوبہ پروگرام ڪونهي. هن ڪتاب ۾ في الحال انهيءَ اسڪيم مطابق تجزيو ڪيل نہ آهي." (ص 'الف') اهو هڪ وڏو ڪم آهي، جو مون جهڙي هڪ ادنيٰ انسان لاءِ سر تي ڪڻڻ ناممڪن آهي." (ص 'ب')

ان فرق کي ظاهر ڪرڻ لاءِ هن ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب جي سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ جي مهاڳ ۽ پهرئين باب ۾ استعمال ٿيل ڪن تصورن ۽ اصطلاحن تي بحث ڪيو ويو. جنهن مان پڌرو ٿيو تہ هيءَ ڪتاب دراصل تاريخي جاگرافي يا جاگرافيائي تاريخ بابت هو جنهن تي هن کان اڳ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ ٻيا عالم گهڻي عرصي کان طبع آزمائي ڪري پگهر وهائي چڪا هُئا. لسانياتي جاگرافيءَ جي ڪم جي نوعيت کي چڱيءَ طرح سمجهڻ ۽ آئندي جي محققن کي هن ڪيت سان واقف ڪرائڻ لاءِ هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ لسانياتي جاگرافي ۽ اُن مان اُسرندڙ سماجي لسانيات ۽ ٻوليءَ جي آرادائين جي ٻنين ۾ ٿيل مطالعن جو مختصر تاريخي جائزو پيش ڪيو ويو آهي تہ جيئن معلوم ٿئي تہ لسانياتي جاگرافي ڪيئن اُسري، اُن ۾ هيستائين مختلف ملڪن ۾ ڪهڙي نوعيت جو ڪم ٿيو آهي ۽ آئندي جي تحقيق ڪهڙو گس وٺندي . آخر ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ "لفظي ترتيب" ۽ صرفي پڇاڙين جي مونجهاري مان اُڀرندڙ هڪ بحث تي ويچار ڪيو ويو آهي، جنهن مان معلوم ٿيو تہ سنڌي ٻوليءَ وٽ اڃا بہ اظهار جا اهڙا وسيلا آهن جيڪي ٻين گهڻين ٻولين کي هن وقت حاصل ناهہ



# باب ٻيون

## تحقيق جا ڪي اهم پهلو

### (الف) فيلڊ ورڪ جي اهميت:

لسانياتي جاگرافيءَ جي تحقيقي ڪم لاءِ جيڪو منصوبو ڊاڪٽر الانا صاحب طرفان رٿيو ويو سو اهو هو تہ "ڪارڪن جي جٿي مان هر ڪارڪن وٽ ڪيسيٽ رڪارڊر هجي ۽ هڪ سوالنامو هجي، جنهن جي آڌار تي هو مقرر خطي ۽ ان خطي ۾ مروج سنڌي ٻوليءَ جي لهجي، ۽ ان لهجي جي محاوري جا نمونا رڪارڊ ڪندو وڃي، ۽ ماڻهن سان ڳالهائيندو وڃي. ائين ڪرڻ سان ئي سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ تي صحيح ۽ سائنسي طريقي سان ڪم ڪري سگهبو".

انهيءَ ڳالهہ سان واسطو رکندڙ هن حقيقت ڏانهن هت اشارو ڪرڻ ضروري آهي تہ هڪڙا ڪم اسڪيمن جا ٿيندا آهن، ٻيا ڪم علمي شوق جا ٿيندا آهن. هڪڙا ڪم وڏي پئماني تي رٿبا ۽ ڪڏهن بہ پورا نہ ڪبا آهن: ٻيا پنهنجي شوق جي اُڃ اُجهائڻ لاءِ وڏي نہ تہ ننڍي پئماني تي رٿي توڙ تائين پڄائبا آهن. ائين بہ ناهي تہ اهڙو لسانياتي جاگرافيءَ جو تحقيقي ڪم ٽيپ رڪارڊر ۽ ڪارڪن جي جٿي کان سواءِ ڪري ئي نٿو سگهجي. "گريئرسن" جنهن هندستاني لسانياتي سروي تي ڪم ڪيو يا "ڪُراٿ" جنهن امريڪا ۾ لسانياتي جاگرافيءَ تي ڪم ڪيو انهن کي ٽيپ رڪارڊن جون سهوليتون حاصل ڪونہ هيون. البتہ انهن وٽ ڪارڪن هئا. وري ٻئي طرف ڪوبہ اڪيلي سر ڪم ڪندڙ هڪڙو محقق هڪ علائقي جي

نئيي ايراضيءَ جو احاطو ڪري سگهي ٿو جيئن ڪارل هاگ (Karl Haag 1898ع ۾ ذڪڙ سوابيا جي هڪ ٽڪري (ڊسٽرڪٽ) جو مطالعو ڪيو. يا هو هڪ وڏيءَ ايراضيءَ ۾ هڪ يا ٻن لسانياتي پهلوئن جو احاطو ڪري سگهي ٿو جيئن 1927ع ۾ ڪلوڪي (G.G.Kloke) نيدر لينڊ ۽ بيلجيم ۾ "هائوس" ۽ "مائوس" لفظن جي سُر واري آواز (Vowel Phoneme) جو مطالعو ڪندي ڪيو. (بلومفيلڊ: لئنگويج، ص 325) ۽ لسانياتي جاگرافيءَ جي ڪم ۾ هڪ سنگ ميل جي حيثيت رکندڙ گلئيرون جي فرانس واري لسانياتي جاگرافي هڪڙي فيلڊ ورڪر ايڊمونڊ ايڊمنٽ جي محنت جو نتيجو آهي. پر ڪن حالتن ۾ فيلڊ ورڪر لاءِ آفيس مان ٻاهر نڪرڻ جي بہ ضرورت ڪانہ پوندي. جيئن وليم سميرين (William Samarin) لسانيات جي فيلڊ ورڪ تي پنهنجي ڪتاب (1967 ص 12) ۾ لکيو آهي:

"فيلڊ لنگوسٽڪس (جو ڪم) ڪنهن هنڌ بہ ڪري سگهجي ٿو هرويرو فليڊ ۾ نہ. جيئن ان جي نالي مان ظاهر آهي. هڪ فيلڊ معمار (Field architect) لاءِ ضروري آهي تہ هو (پاڻ) اتي وڃي، جتي ڪيس انگ اکر هٿ ڪرڻ جي توقع هجي، پر هڪ لسانيات جو ماهر پنهنجي خابروءَ کي پاڻ وٽ وٺي اچي سگهي ٿو. اهڙي طرح ڪيترو فيلڊ جو ڪم پراڻهين ڀهراڙيءَ جي رهاڪن کي شهر ۾ آڻي ڪري سگهجي ٿو ۽ اهو ڪم (جهنگل جي جهوپڙي يا وڻ جي ٿڙ جي) آڏ هيٺان ڪرڻ بدران آفيس ۾ ويهي پورو ڪري سگهجي ٿو."

فيلڊ ورڪ مان وري اها توقع ڪانہ رکبي تہ جڏهن هڪڙو ڪارڪن ٽيپ رڪارڊ کڻي ملڪ جي ٻوليءَ کي ضبط ڪري ايندو تہ ان کان پوءِ تحقيقي ڪم شروع ٿيندو. اڌ کان گهڻو ڪم ڪارڪن کي فيلڊ ۾ موڪلڻ کان اڳ پنهنجي آفيس ۾ ويهي ڪرڻو پوندو. انهن مسئلن مان هر هڪ جي اپياس جو ڍنگ تيار ڪبو. ڪارڪن کي گهربل مواد هٿ ڪرڻ ۽ انهيءَ کي ڪاغذ تي لکي رڪارڊ ڪرڻ جي





طريقن جي تربيت ملندي. جيڪڏهن ڪنهن يونيورسٽيءَ جا استاد اهڙي ڪم ۾ واقعي چاهہ رکن تا تہ اتي جي (سنڌالاجي يا سنڌي ڊپارٽمينٽ يا سنڌي لئنگويج اٿارٽي جهڙي) هڪ وڏي اداري لاءِ اهو ضروري ناهي تہ اهڙي ڪم شروع ڪرڻ لاءِ حڪومت کان رٿا منظور ڪرائڻ کان پوءِ ان ڪم ۾ هٿ وجهي. سنڌ جي مختلف علائقن مان ايندڙ شاگردن کي اهڙي ڪم سان لڳائي سگهجي ٿو. لابوف تفصيل سان ڄاڻايو آهي تہ ڪيئن هن پنهنجي شاگردن جي ڪيل ڪم مان فائدو ورتو.

ان کان سواءِ جيڪڏهن اخبارن ۽ رسالن جي پڙهندڙن کي ڪن خاص مسئلن متعلق تربيت ڏئي، اِطلاع موڪلڻ لاءِ چئبو تہ ڪيترا شوقين ماڻهو وڏي چاهہ ۽ حب سان گهربل اهڙو اطلاع ڏياري موڪليندا، جيڪو يونيورسٽيءَ وارا محقق پنهنجي تجزياتي ڪم ۾ استعمال ڪري سگهندا.

ڊاڪٽر الانا جو "لساني جاگرافيءَ" تي لکيل ڪتاب انهيءَ سلسلي ۾ وڏو رول ادا ڪري سگهي ها. جيڪڏهن ان ۾ لسانياتي جاگرافيءَ سان تعلق رکندڙ مسئلن ۽ انهن تي تحقيق ڪرڻ جي طريقن کي چڱيءَ طرح کولي پيش ڪيو وڃي ها. ڊاڪٽر صاحب جي انهيءَ ڪتاب ڏسڻ سان پڙهندڙن کي لسانياتي جاگرافيءَ جي ڪم جي نوعيت جو صحيح اندازو ڪونہ ٿي سگهندو. ان جي اُبتڙ، جيڪڏهن پڙهندڙ لسانياتي جاگرافيءَ جي علم کان ٿورو گهڻو واقف نہ هوندو تہ ان ڳالهہ جو گهڻو امڪان آهي تہ لسانياتي جاگرافيءَ متعلق سندس ذهن ۾ غلط تصور پيدا ٿئي، ۽ هو مختلف علائقن ۾ ٻوليءَ جي پکڙجڻ جي تاريخي احوال کي لسانياتي جاگرافي سمجهي ويهي.

پنهنجي ڪتاب جا جزا (ڪڇ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ ڦهلاءُ، راجستان ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ، بلوچستان ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ، سرائڪي ايراضيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ) لکي پورا ڪري جڏهن ڊاڪٽر صاحب جن مهاڳ لکڻ ويٺا آهن تہ صفحي "هہ" تي چون ٿا تہ هن ڪتاب ۾ اُهي سبب ۽ ڪارڻ ڄاڻايا ويا آهن، جن مان ثابت ٿيندو تہ:

"سنڌي زبان نہ صرف برصغير ۾ پکڙي، پر ان جا ڳالهائيندڙ دور دراز علائقن، هڪ طرف هوائي ٻيٽن، ٻئي طرف پئسفڪ سمنڊ جي فيجي ۽ سالومن ٻيٽن، ٽئين طرف مغربي آفريڪا جي نائجيريا ملڪ ۽ اهڙيءَ طرح آمريڪا، ڪئناڊا تائين وڃي وسيا آهن ۽ سوين سال گذرڻ جي باوجود هو گهرن ۾ پنهنجي مادري زبان سانديو اچن".

هيءُ جيڪو ڪتاب ڇپجي پڙهندڙن تائين پهتو اُن ڪتاب جي متن ۾ تہ اهڙي ڪابہ ڪوشش ڪانہ ورتي وئي ۽ متن جو موضوع ئي هندو پاڪ جا، سنڌ کان سواءِ اهي علائقا هُئا جن ۾ سنڌي پکڙجڻ جو امڪان رهيو.

## (ب) تشريحي نقشن جي اهميت:

جيئن "جاگرافيءَ" جي ڪنهن بہ ڪتاب لاءِ ضروري هوندو آهي تہ اُن ۾ نقشا ڏنا وڃن، تيئن ڊاڪٽر صاحب پنهنجي هن ڪتاب ۾ ٻہ ٽي تمام سهڻا نقشا ڏنا آهن.

پهريون وڏو نقشو بمبئي پريزيڊنسي ۽ مغربي هندستان جي ايجنسيءَ جو "لساني نقشو" آهي، جيڪو گريئرسن جي "لنگوسٽڪ سروي آف انڊيا" تان ورتل آهي. هن نقشي ۾ سورهن ناميارين ۽ ڪن "ٻين" ٻولين جو وچور چوڪنڊن ذريعي ڏنو ويو آهي تہ ڪهڙن علائقن ۾ ڪهڙيون ٻوليون ڪيتري نسبت (Ratio) ۾ ڳالهايون ٿي وڃن. چئو ڪنڊيارن جي ڪاٿي جي تاريخ ڄاڻايل ڪانهي، ان ڪري جنهن کي گريئرسن جي ڪم جي پس منظر جي ٿوري گهڻي خبر هوندي، اُهو اندازو لڳائيندو تہ اِهو ڪاٿو مواد هٿ ڪرڻ واري زماني، 1894ع کان 1902ع، جو هوندو يا اٿين جلد جي ڇپجڻ واري سال جي ويجهڙائيءَ واري زماني جو هوندو، جيڪو 1903ع کان 1927ع تائين وارن سالن مان ڪنهن بہ سال جو ٿي سگهي ٿو. مصنف جي لاءِ لازمي هو تہ اهڙن نقشن ۾ ڏنل اطلاع سان واسطو رکندڙ انگ اکر ۽ انهن سان لاڳو تشريح ڏئي ها.





ڪتاب جي آخر ۾ ايچ. ٽي سارلي جي تيار ڪيل سينسس رپورٽ (1931ع) تان ورتل ٻيو نقشو آهي، جنهن ۾ "سنڌ ۾ ضلع وار ٻولين جي ورڇ" نسبت جي لحاظ کان، گولڙن کي حصن ۾ ورهائي ڏني وئي آهي. ڪتاب ۾ ڪٿي سيني ڳالهائيندڙن جي تعداد نہ هئڻ ڪري اها خبر ڪانہ پئي تہ دراصل ڪيترا ماڻهو ڪهڙيون ٻوليون ڳالهائيندا هئا. ڪتاب جي وچ ۾ اهڙوئي ٽيون نقشو 1971ع ۾ سنڌ جي ضلعي وار ٻولين جي ورڇ ڏيکاري ٿو.

تنهي نقشن جي غير تشريحي هئڻ (يا منجهن انگن اکرن نہ ڏيڻ) جو جيڪو اهو اعتراض ٿيو سو اسان جي لاءِ ثانوي حيثيت رکي ٿو. اهڙو ڏنل اطلاع ۽ اهڙا ڏنل نقشا لازمي آهي تہ ماڻهن جي معلومات لاءِ مفيد ثابت ٿين ۽ ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ ڏيڻ لازمي آهن. پر هنن ٽنهي نقشن مان هڪڙو بہ نقشو اهڙو ناهي جيڪو لسانياتي جاگرافيءَ جي ڪنهن ڪتاب ۾ ڏسڻ ۾ اچي. ڊاڪٽر الانا صاحب جا هي نقشا سينسس (census) جا نقشا آهن يا تاريخ جا نقشا آهن، يا جاگرافيءَ جا نقشا آهن، پر "لسانياتي جاگرافيءَ" جا نقشا ناهن. ان ڪري جو لسانياتي جاگرافيءَ جي نقشن ۾ اهو ڄاڻائبو تہ ٻوليءَ جو ڪهڙو اُچار، ڪهڙو لفظ يا ڪهڙو ترڪيبي قاعدو ڪهڙن ڪهڙن هنڌن تي استعمال ٿئي ٿو. الانا صاحب جن جيڪڏهن رگو بلومفيلڊ جي ڪتاب ۾ ڏنل نقشن کي ئي ڏسن ها تہ پتو پوين ها تہ مثلاً ص 328 تي مائوس ۽ هائوس جي اُچارن جي فرق جو نقشو هو، ص 332 تي have ۽ want to جي استعمال جو نقشو وغيره.

ائين معلوم ٿو ٿئي تہ هي نقشا ڪتاب جي اصل پلان جو حصو ڪونہ هئا. اهڙي خيال جو هڪڙو سبب تہ اهوئي واسطيدار اطلاع جي ڪتاب ۾ نہ هئڻ جو آهي. ٻيو تہ ڪتاب جي موضوع جو مرڪز ڪڇ ۾ سنڌي، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ سنڌي، راجستان، بلوچستان ۽ سرائڪي ايراضين ۾ سنڌيءَ جي پکڙجڻ جو آهي. نقشن جي توجہ جو مرڪز يا تہ بمبئي پريزيڊنسيءَ جون سموريون ٻوليون آهن، يا تہ اندرون سنڌ جي ضلعن ۾ ڳالهايل ٻوليون آهن. هن ڪتاب

لاءِ اهڙا نقشا ٺهرائجن (پوءِ ڀلي نقشن جي ماهيت ڪهڙي به رهي ها) جو انهن نقشن ۾ سنڌ جي بدران ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات، راجستان، بلوچستان ۽ سرائڪي ايراضين ۾ سنڌي ۽ ٻين ٻولين ڳالهائيندڙن جي تعداد يا سيڪڙائي جي اطلاع تي توجه ڏنو وڃي ها.

ٻوليءَ سان واسطو رکندڙ غير لسانياتي انگ اکر، جيڪي اُن ٻوليءَ سان دلچسپي رکندڙ هر ذهين ماڻهو ڄاڻڻ چاهيندو، اهي آدمشماريءَ جي ڪارڪنن وانگي ڪوبه لسانيات جي علم کان اڻڄاڻ ماڻهو هٿ ڪري سگهي ٿو. ملڪ جي مختلف ڀاڱن ۾ ٻولين ڳالهائيندڙن جو تعداد معلوم ڪرڻ آدمشماريءَ جي کاتي جو ڪم آهي. اهڙن انگن اکرن هٿ ڪرڻ لاءِ لسانيات جي علم جي ڄاڻ يا ان ۾ ڪنهن تجربي جي ڪا گهرج ڪانهي. نڪي اهو سمجهبو ته جيڪڏهن لسانيات جي ڪنهن ماهر آدمشماريءَ وارن جا هٿ ڪيل انگ اکر ڪتابن مان وڏي محنت ڪري ڳولهي، هڪ هنڌ گڏ ڪري رکيا ته ڪو لسانيات جي ڪم جو ڇيهه ٿي ويو. لسانيات جو ماهر اهڙيءَ طرح هٿ آيل معلومات مان فائدو وٺي سگهي ٿو ان جو حوالو ڏئي سگهي ٿو. پر سندس ڪم نڪي اتاهين شروع ٿو ٿئي، نڪي اُتي پورو ٿو ٿئي. سندس ڪم جي نوعيت الڳ آهي. سندس ڪم "لسانياتي" نوعيت جو هئڻ کپي، ان ۾ ڪم ٻوليءَ جي غير لسانياتي يا لسانيات کان ٻاهرين عوامل يا ڦرڻن (Variables) جي بدران لسانياتي ڦرڻ (Linguistic variables) تي ٻڌل تحقيق جو ذڪر هئڻ کپي.

اهڙيءَ طرح آدمشماريءَ جا انگ اکر، جدولون ۽ نقشا جيڪي ٻوليءَ سان واسطو رکن ٿا پر لسانياتي ڦرڻن تي ٻڌل ناهن، يا ڇاڪاڻ ته غير لسانياتي آهن يا لسانيات جي علم کان ٻاهر جا آهن، سي لسانياتي جاگرافيءَ جي غير لسانياتي سونهن ته وڌائي سگهن ٿا، پر منجهائن نڪي ڪنهن لسانياتي مسئلي حل ڪرڻ جو آسرو رکبو ۽ نڪي ڪين ڪتاب جي موضوع جو اهم حصو سمجهبو. لسانياتي جاگرافيءَ ۾ جيڪي نقشا ڏجن تن جو هيٺ ڄاڻايل نقشن وانگي ڪنهن ملڪ يا ان جي ڪنهن خاص حصي جي لفظن جي





استعمال، اُچارن، يا ترڪيبي اختلافن سان واسطو هئڻ گهرجي.

(الف) مثلاً لسانياتي جاگرافيءَ تي ڪم ڪرڻ وارو ماڻهو اها معلومات هٿ ڪري سگهي ٿو ته ڪنهن خاص شيءِ يا ڪم لاءِ مختلف علائقن يا مختلف سماجي گروهن ۾ ڪهڙا مختلف الفاظ مروج آهن. جيئن هيٺ ڄاڻايل ڀرئين نقشي مان ظاهر ٿيندو ته جنهن جيت کي پاڻ سنڌيءَ ۾ ڀنيوري چوندا آهيون، تنهن کي واشنگٽن، اوريگان ۽ اڊاهو جي اُتر اولهه وارن پرڳڻن ۾ ڪهڙن هنڌن تي ڊيولز نيڊل يا "ڊارننگ نيڊل" (يعني شيطاني سُئي يا "رفو واري سُئي" نشان: O) چون، ڪٿي "سنيڪ فيڊر" (سَپ کائڪ، نشان: i)، ڪهڙين جاين تي "سنيڪ- ڊاڪٽر" (سَپ ويڄ نشان v)، ڪهڙن هنڌن تي ماسڪيٽو هاڪ (مڇر باز نشان+)، ۽ ڪهڙن هنڌن تي ايئرنيڊل (ڳن سئي، نشان ◀)چئجي ٿو. حالانڪ عام طرح لکڻ پڙهڻ واريءَ ٻوليءَ ۾ انهي جانور کي ڊريگن فلاءِ ڪري چوندا آهن. (ڏسو نقشو ڀريون).




نقشو پهريون

ڪئرل اِي ريڊ جي ڪتاب ڊايا ليڪٽس او امئريڪن انگلش (1967) تان ورتل نقشو جنهن ۾ اِڊاهو اوريگان، ۽ واشنگٽن جي پرڳڻن ۾ پنيوريءَ لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظن جي ورڇ ڏيکاري وئي آهي. (ڊيولز ڊارننگ نيڊل، سنيڪ فيڊر، سنيڪ ڊاڪٽر، ماسڪيٽو هاڪ، ايئرسوئر، ايئرنيڊل، هوندي عام طرح ڊريگن فلاءِ)








نقشو ٻيو

اٽنوڊ جي مضمون (حوالي لاءِ ڏسو تشريحي ببليوگرافي 24) تان ورتل نقشو جنهن ۾ گريس يا گريز (Grease) لفظ جي آخري آواز جي /س/ ۽ /ز/ جي اُچار جي ورڇ ڏيکاري وئي آهي. گريس، گِريسي، ۽ گريز، گريزي). وضاحت لاءِ ڏسو مضمون

(ب) مختلف لفظن جي استعمال کان سواءِ لسانياتي جاگرافيءَ جا نقشا اِهو بہ ڏيکاري سگهن ٿا تہ ڪنهن هڪڙي خاص ايراضيءَ ۾ ساڳيو استعمال ٿيندڙ لفظ ڪهڙن مختلف هنڌن تي ڪهڙن آراڌن اُچارن سان ڳالهائڻ ۾ اچي ٿو. جيئن نقشي نمبر ٻئي ۾ ڄاڻايل آهي:

تيلاهين پاٽيٽ جنهن کي اسين گريس ڪري چوندا آهيون. تنهن کي آمريڪا جي اُتر - اوير جي مين، نيو هيمپشر، ورمونٽ، ميسا چوسيٽس، نيويارڪ ۽ پينسلوانيا وارن علائقن ۾ گريس ڪري اُچارين ۽ اُن جي صفت کي "گريسي" ڪري چون؛ پر نيوجرسي ۽ ڊيلويئر کان هيٺ ويندي ڏکڻ ڪنيڪٽيڪٽ تائين وارن علائقن ۾ "گريز" ۽ "گريزي" ڪري اُچارين. انهن ٻن علائقن جي وچ ۾ وري ڪي اهڙا ٻه ٽڪرا آهن، جتي ٻئي اُچار ٻڌڻ ۾ اچن. جيئن نيوجرسي ۽ پينسلوانيا جا ڪي ٽڪرا. (ڏسو نقشو نمبر 2)

(ب) لفظن ۽ اُچارن جي فرقن کان سواءِ لسانياتي جاگرافيءَ جو ماهر پنهنجي نقشن ۾ اهو به ڏيکاري سگهي ٿو ته ڪهڙن هنڌن تي ڪهڙا گرامر جا فرق، نحو (ساخت) جا فرق، يا صَرف (مارفالاجيءَ) جا فرق ٿي سگهن ٿا. هيٺ ڄاڻايل ٽيون نمبر نقشو جيڪو ائنبرسن ۽ ستيجيبرگ پنهنجي ڪتاب ۾ هانز ڪراٿ جي ورڊ جاگرافيءَ تان ڏنو آهي، ڏيکاري ٿو ته "تون" (you) جي مقابلي ۾ "اوهين" جي لاءِ اوير آمريڪا ۾ ڪهڙن هنڌن تي you–all (نشاني O)، ڪهڙن هنڌن تي you'ns (نشاني ●) yous (نشاني Δ) ۽ ڪهڙن هنڌن تي amongst–-ye (↓) استعمال ٿئي ٿو. اهي سيئي لفظ پنهنجي مالڪي حالت ۾ You–all's, youn's ۽ Mongst–ye's "توهان جو" جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿين ٿا.

## (ج) اعداد و شمار ۽ جدولن جي اهميت:

ڊاڪٽر الانا صاحب ڪتاب جي مختلف بابن ۾ سنڌ جي مذڪوره علائقن ۾ مختلف ٻولين ڳالهائيندڙن جي انگن اکرن جون جدولون به ڏنيون آهن. انهن جدولن ۾ انگن اکرن ڏيڻ جي طريقي ۾ غير يڪسانيت ۽ ويسر جون گهٽيون اوڻايون رهجي ويون آهن. مثلاً "ڪڇ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ" واري باب (ص 45– 46) ۾ اول وعدو ڪيو اٿن ته "1931ع، 1951ع ۽ 1961ع جي آدمشماريءَ موجب ڪڇي ڳالهائيندڙن جو تعداد هيٺ ڏجي ٿو...." صفحي 46 تي جيڪي انگ اکر ڄاڻايل آهن سي 1931ع ۾ مختلف خطن ۾ ڪڇي ٻولي ڳالهائيندڙن جا آهن؛ پر 1951ع ۽ 1961ع جي انگن اکرن جو ڪٿي نالو نشان به ڪونهي.





اهميءَ ئي ساڳئي مثال کي وري ٻئي خيال سان ڏسو: باب ۾ ڳالهه ٻولي هلي "ڪڇ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ" جي، پر انگ اکر ڏنل آهن "ڪڇي ٻولي" ڳالهائيندڙن جا. تقابلي مطالعي لاءِ جيڪڏهن "ڪڇي ٻوليءَ" جا انگ اکر سنڌي ٻوليءَ سان گڏ ڏجن ها ته به ڪو ٻولو ڪونه هو پر رڳو ڪڇي ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن جي انگن اکرن مان باب جي موضوع جو مقصد پورو نه ٿيو.

اهڙي قسم جون ننڍيون وڏيون ڳالهيون مڙني جدولن ۾ نظر اچيديون، جن کي ٿوريءَ محنت کان ڪم وٺي هوند سولو ڪري سگهجي ها.




نقشو ٽيون

ائنبرسن ۽ ستيجيرگ جي ڪتاب (حوالو نمبر 25) تان ورتل نقشو جيڪو دراصل هانز ڪراٿ جي "ورڊ جاگرافي" واري ڪتاب تان ورتو ويو آهي. هن نقشي ۾ "اوهين" جمع لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظن جي ورڇ ڏيکاري وئي آهي (يو آل، يونئنز يوز مُنگسٽ يي) وضاحت لاءِ ڏسو صفحا 15 – 16

# باب ٽيون

## لسانياتي جاگرافيءَ سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث

### (الف) لساني جاگرافي يا لسانياتي جاگرافي؟

”لنگوسٽڪ جاگرافيءَ“ جي اصطلاح لاءِ مذڪوره ڪتاب ۾ سنڌيءَ ۾ ”لساني جاگرافيءَ“ جو اصطلاح استعمال ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ مناسبت سان ڪتاب جو نالو رکيو ويو آهي. ”سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي“.

هن ڪتاب جي موضوع ۽ اُنَ جي علمي دائري معلوم ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ پتو لڳائجي تہ هتي ”لساني“ ڪهڙيءَ معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي. ويچار ڪرڻ سان ٻہ گمان دل ۾ اُبرن ٿا:
(الف) ٿي سگهي ٿو تہ ”لساني“ لفظ هتي جنهن معنيٰ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي، اُها ”لسان“ (ٻوليءَ) سان واسطو رکندي هجي ۽ معنيٰ هُجيس:

1. ٻوليءَ جي يا
2. ٻوليءِ سان واسطو رکندڙ يا
3. ٻوليائي.

هاڻي، جيڪڏهن (الف) واري اِها معنيٰ وٺبي تہ ”ٻوليءَ جي“ ۽ ”لساني“ ٻن هم معنيٰ فقرن جو هڪ هنڌ آڻڻ اجايو لڳندو. انهيءَ معنيٰ جي لحاظ کان جيڪڏهن ڪتاب جي عنوان جو سوليءَ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪبو تہ ٿيندو:

1. سنڌي ٻوليءَ جي ٻوليءَ جي جاگرافي، يا
2. سنڌي ٻوليءَ جي ٻوليءَ سان واسطو رکندڙ جاگرافي، يا
3. سنڌي ٻوليءَ جي ٻوليائي جاگرافي

اهي ٽيئي لغوي ساختون غير معنوي آهن.





(ب) ٿي سگهي ٿو تہ ”لساني“ لفظ هتي جنهن معنيٰ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي، اُها ”علم اللسان“ سان واسطو رکندڙ هجي ۽ معنيٰ هُجيس:

- ٻوليءَ جي علم سان واسطو رکندڙ يا
- علم اللغة سان واسطو رکندڙ يا
- لسانيات سان واسطو رکندڙ يا
- علم اللسان سان واسطو رکندڙ.

”لساني“ لفظ جي معنيٰ جيڪڏهن اِها ورتي ويندي تہ وڌيڪ موزون معلوم ٿيندي، انهيءَ ڪري جو ”لنگوسٽڪ جاگرافيءَ“ جي اصطلاح ۾ واپرايل لفظ ”لنگوسٽڪ“ جو اِهوئي مطلب آهي.

انگريزي ٻوليءَ ۾ ”لنگوسٽڪ“ لفظ ڪنهن زماني ۾ ”لئنگوج“ جي صفت جي حيثيت سان استعمال ٿيندو هو جنهن جي معنيٰ اُهائي هئي جيڪا مٿي (الف) ۾ ڄاڻائي وئي آهي، يعني ”ٻوليءَ جي، ٻوليءَ سان واسطو رکندڙ ٻوليائي، يا لساني“. پر هاڻي انهيءَ معنيٰ ادا ڪرڻ لاءِ ”لنگول“ استعمال ڪن، جيئن چون:

- بائلنگول (bilingual) = ٻہ ٻوليون واپرائيندڙ ٻہ ٻوليو.
- ملٽيلنگول (multilingual) = گهڻ — ٻوليو.

اڳي گهڻين ٻولين ڳالهائيندڙ ماڻهوءَ کي ”لنگوسٽ“ چوندا هئا، پر هاڻي لنگوسٽ چون ٻوليءَ جي علم ڄاڻندڙ علم اللغة جي ماهر کي ۽ گهڻين ٻولين ڄاڻندڙ کي چون ”پالي گلاٽ“ (Polyglot). اڄڪلھ جنهن معنيٰ ۾ ”لنگول“ استعمال ٿئي ٿو اُن لاءِ عربيءَ ۾ اڄ ٻہ ”لسان“ چون (ڏسو: المورد، 1977ع ص 23).

ٻئي پاسي ”لنگوسٽڪ“ صفت آهي ”لنگوسٽڪس“ (linguistics) جي، جنهن جي معنيٰ اُهائي جيڪا مٿي (ب) ۾ ڄاڻائي وئي آهي، يعني ”ٻولي جو علم، علم اللغة، لسانيات، يا علم اللسان“. هنن اصطلاحن مان پهريون (ٻوليءَ جو علم) اجا علمي دنيا ۾ غير علمي سمجهيو ويندو جو اڳي استعمال نہ ٿيو آهي. ٻيو (علم اللغة) عرب دنيا ۾ استعمال ٿئي ٿو. ٽيون (لسانيات) هندوستان ۽ پاڪستان ۾ اردو ۽ سنڌي ٻولين ۾ استعمال ٿئي ٿو پر عربن وٽ هن وقت استعمال نٿو ٿئي ۽ چوٿون (علم

اللسان) ڪنهن زماني ۾ پاڻ وٽ استعمال ٿيندو هو پر هاڻي استعمال ڪونہ ٿو ٿئي: ۽ عرب دنيا ۾ بہ مروج ناهي.

جنهن صورت ۾ پاڻ وٽ "لنگوسٽڪس" کي "علم اللغة" يا "علم اللسان" جي بدران "لسانيات" چئجي ٿو ان صورت ۾ اسان تي لازمي آهي تہ "لنگوسٽڪس" جي صفت "لنگوسٽڪ" جي لاءِ "علم اللغة" يا "علم اللسان" جي صفتن (لغوي يا لساني) ڳولهڻ بدران "لسانيات" جي صفت استعمال ڪريون. جيڪا ٿيندي "لسانياتي" ٻئي طرف جيڪڏهن "لغة" جي صفت "لغوي" ۽ "لسان" جي صفت "لساني" آهي تہ ضروري ٿيندو تہ "علم اللغة" ۽ "علم اللسان" لاءِ "لغوي" ۽ "لساني" ڪان سواءِ ٻيا ڪي لفظ استعمال ڪجن جيڪي "لغة" ۽ "علم اللغة" ۽ "لسان" ۽ "علم اللسان" جي صفتن ۾ فرق ڪري سگهن. انهيءَ لحاظ کان "لنگوسٽڪ" جي لاءِ "لسانياتي" استعمال ڪرڻ وڌيڪ موزون ٿئي ٿو ها ۽ ڪتاب جو نالو هوند رکجي ها: "سنڌي ٻوليءَ جي لسانياتي جاگرافي".

## (ب) "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ جون حدون":

اهو لفظي مونجهارو جيڪو "ٻوليءَ جي" ۽ "لساني" واري تڪرار ۽ "لساني" ۽ "لسانياتي" جي فرق کي ذهن ۾ نہ رکڻ جي ڪري پيدا ٿيو سو اڳتي هلي تڏهن وڌيڪ واضح ٿو ٿئي، جڏهن ڊاڪٽر صاحب جن "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ جون حدون مقرر ڪرڻ" جي ڳالهہ ٿا ڪن. ڪتاب ۾ لکيل آهي:

........ اُن ڪري هن ڪتاب ۾ في الحال. ٿلهي ليکي، سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ جون حدون مقرر ڪيون ويئون آهن، تہ جيئن پڙهندڙن کي معلوم ٿي سگهي تہ سنڌي زبان جون جاگرافيائي حدون برصغير ۾ ڪيستائين ڦهليل آهن، انهن حدن تائين سنڌي زبان جي ڦهلجڻ ۽ پکڙجڻ جا سبب ۽ ڪارڻ ڪهڙا هئا".

جهڙيءَ طرح هڪڙي پاسي ڦهلجڻ ۽ پکڙجڻ ۽ ٻئي پاسي سبب ۽





ڪارڻ جي هم معنيٰ لفظن کي استعمال ڪري ٻوليءَ کي سينگاريو ويو آهي (حالانڪ هڪ هڪ لفظ جي استعمال سان بہ مقصد ساڳيو ئي ادا ٿي سگهي ها) اهڙيءَ طرح "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ جون حدون" وارو فقرو بہ ٻوليءَ جي سينگار لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي، پر جي ڌيان ڏيئي ويچار ڪبو تہ اِهو فقرو مهمل نظر ايندو. پلا، ويچاريو تہ سهي تہ "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ جون حدون" جيڪي مقرر ڪيون ويون آهن، اُهي حدون ڪهڙي ڳالهہ جون آهن؟

1. ڇا سنڌي ٻوليءَ جون جاگرافيائي حدون مقرر ڪيون ويون آهن؟ يعني ڇا اهو ڏيکاريو ويو آهي تہ سنڌي زبان ڪيستائين پکڙيل آهي؟
2. ڇا لسانياتي جاگرافيءَ جي اصولن پٽاندڙ سنڌي ٻوليءَ جون حدون مقرر ڪيون ويون آهن؟ يعني ڇا اهو ڏيکاريو ويو آهي تہ ڪهڙن فقرن، جملن يا محاورن کي سنڌي سڌي سگهجي ٿو ڪهڙن کي سنڌي نٿو سڏي سگهجي؟
3. ڇا سنڌي ٻوليءَ سان لاڳاپو رکندڙ لسانياتي جاگرافيءَ جي علم جون حدون مقرر ڪيون ويون آهن؟ يعني ڇا اهو ڏيکاريو ويو آهي تہ جڻ لسانياتي جاگرافيءَ جي علم جون حدون هر ٻوليءَ جي لحاظ کان الڳ الڳ ٿينديون هونديون، ۽ سنڌي ٻوليءَ سان تعلق رکندڙ جيڪو لسانياتي جاگرافيءَ جو علم آهي، اُن جون حدون هي هي هونديون، يا چئجي تہ هنن هنن ڳالهين جو مطالعو ڪري سگهبو.

"سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ جون حدون" واري جملي جي بناوت اهڙي آهي جو ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ جيڪي حدون مقرر ڪيون ويون آهن سي لسانياتي جاگرافيءَ جي اُن علم جون آهن، جيڪو سنڌي ٻوليءَ سان تعلق ٿو رکي (مٿي ڇاٽايل نمبر ٽيون)؛ حالانڪ لسانياتي جاگرافيءَ جي علم جون حدون، اسان جي عالمن کي تڪليف کان بچائڻ لاءِ يورپ ۽ آمريڪا جي عالمن اڳي ئي مقرر ڪري ڇڏيون آهن. مقصد تہ لسانياتي جاگرافيءَ جا ماهر جيڪو

ڪم ڪندا آهن سو زير نظر ڪتاب جي ڪم جي دائري کان ٻاهر آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ جيڪي ڄاڻايل آهي سو مصنف جي پنهنجي لفظن ۾ اِهو آهي ته:

"....... جيستائين پڙهندڙن کي معلوم ٿي سگهي ته سنڌي زبان جون جاگرافيائي حدون برصغير ۾ ڪيستائين ڦهليل آهن......"

يعني مٿي ڄاڻايل نمبر پهريون.

هنن ٻن بيانن کي پيٽ سان اسان کي هي ٻه فقرا نظر ٿا اچن. "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ جون حدون." ۽ "سنڌي زبان جون جاگرافيائي حدون".

غور ڪبو ته معنوي لحاظ کان توڙي جوڙجڪ جي لحاظ کان هي ٻه جملا مختلف معنائون رکن ٿا. هنن ٻن مختلف مقصدن مان فاضل مصنف جي ذهن ۾ الائي ڪهڙو مقصد هو؟ ڄاڻي واڻي يا اڻڄاڻائيءَ کان پيدا ڪيل اهو مونجهارو زير نظر ڪتاب ۾ لنگوسٽڪ جاگرافيءَ جي سموري تصور تي ڇانيل آهي. شايد انهيءَ لاءِ ته جيئن هن کي لنگوسٽڪ جاگرافيءَ جي سنڌيءَ ۾ پهرين تصنيف ڪري مڃيو وڃي.

## (ج) ٻوليءَ جي جاگرافي ۽ لنگوسٽڪ جاگرافي:

"لنگوسٽڪ جاگرافي" يا "ڊاياليڪٽ جاگرافي" توڙي "ڊاياليڪٽالاجي" علمي اصطلاح آهن. ۽ هن علم جو ڪنهن ملڪ جي طبعي جاگرافي توڙي واقعاتي تاريخ سان رڳو ڪپت آهر ايترو واسطو ٿيندو جيترو دارو سازيءَ جي علم جو علم نباتات يا علم بدن سان.

ڊاڪٽر الانا صاحب جي هن ڪتاب جي ٻئي باب کان ڇهين باب تائين، پنجن ئي بابن جو جيڪو عام سٽاءُ آهي. انهن مان هر هڪ ۾ سنڌ ۽ بحث هيٺ آيل علائقي جي سياسي ناتن، تجارتي ناتن، سماجي ناتن ۽ مذهبي ناتن وغيره تي تحقيق ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ بادشاهن جي شادين مرادين جا اُهڃاڻ ۽ سنڌن شجرا ۽ مقبرا





خاص توجه ۽ اهميت جو مرڪز آهن. انهن سيني بحثن مان ڪم جي ڳالهه اِها ثابت ٿيندي ٿي اچي ته سنڌ ۽ زير بحث علائقي جا هڪ ٻئي سان پراڻي زماني کان گهاٽا تعلقات رهيا آهن، جن جي ڪري سنڌي ٻوليءَ جو اثر انهيءَ علائقي ۾ پهچڻ ثابت ٿيو.

انهيءَ سڄي تحقيق جي جاکوڙ ۽ اُن جي اهميت تي ڪو حرف ڪونهي، پر هن تحقيق جو لنگوسٽڪ جاگرافيءَ سان ڪو واسطو ڪونهي. حقيقت هيءَ آهي ته جنهن هنڌ تان لسانياتي جاگرافيءَ جو ڪم شروع ٿيڻو آهي، ڊاڪٽر الانا صاحب جو هيءُ ڪم ان هنڌ کان ٻه وکون اڳ ئي پورو ٿئي ٿو.

ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب جو هيءُ تحقيقي ڪم سنڌ ڏيهه جي واقعاتي تاريخ ۽ اُن جي پين پاڙيسري ڏيهن سان تهذيبي لاڳاپن جي تاريخ جي دائري هيٺ اچي ٿو. انهي تاريخي جاگرافيائي واٽ تي هن کان اڳ اُهي ساڳيا ماڻهو ڪم ڪري چڪا آهن جن جي ڪمن کي ثانوي ماخذ وٺي ڊاڪٽر صاحب پنهنجي هن ڪتاب ۾ حوالا ڏنا آهن: تحفة الڪرام ۽ چچنامي جا سنڌي ترجما، نائونمل جي يادگيرين جو سنڌي ترجمو، ڊاڪٽر بلوچ جا ڪتاب ۽ مضمون، مولائي شيدائي، اعجاز الحق قدوسي، ظامي ۽ ضامن جا سنڌي ۽ اردو ڪتاب وغيره، پر ايترو ضرور چئبو ته اهڙي قسم جي معلومات اڳ ڪنهن هڪ هنڌ جمع ٿيل نه هئي ۽ ڊاڪٽر الانا صاحب اُن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري جس ڪٿيو آهي، پر هي الڳ الڳ تحقيقي ميدان آهن:

### (الف) تاريخ ۽ ٻولي جي لاڳاپن جا ميدان:

1. ڪنهن ملڪ جي واقعاتي تاريخ،
2. ڪنهن ٻوليءَ جي تاريخ،
3. ڪنهن ٻوليءَ جي ادبي تاريخ،
4. ڪنهن ٻوليءَ جو تاريخي لسانياتي مطالعو.

### (ب) جاگرافي ۽ ٻوليءَ جي لاڳاپن جا ميدان:

5. ڪنهن ملڪ جي طبعي جاگرافي.

6. ڪنهن ٻوليءَ جي سرحدن جو جاگرافيائي مطالعو.
7. ڪنهن ٻوليءَ جي لسانياتي جاگرافي

## (الف) تاريخ ۽ ٻوليءَ جي لاڳاپن جا ميدان:

1. سنڌ تي عربن فلاڻي سَنَ ۾ ڪاهيو فلاڻا يا هيترا ماڻهو جنگين ۾ ڪم آيا. فلاڻا علائقا فلاڻن سنن ۾ فلاڻن کٽيا يا هارايا. فلاڻي راجا فلاڻيءَ راڻيءَ سان پرڻو ڪيو جنهن مان هيءُ هيءُ ويا ءُ ٿيو. فلاڻي سَنَ ۾ فلاڻن جو مرڻو ٿيو ۽ راڄ ۽ پاڳ تان فلاڻا فلاڻا وڙهيا. اِهي سڀ احوال واقعاتي تاريخ جا موضوع آهن. چڱنامو تحفة الڪرام وغيره سنڌ جي تاريخ تي لکيل ڪتاب آهن.

2. اِنهن تاريخي واقعن مان ڪي خاص واقعا اهڙا به هوندا، جن مان ڪنهن ٻوليءَ جي ڪنهن هنڌ ڪنهن زماني ۾ ڳالهائجڻ، وڌڻ ويجهڻ يا اسرڻ جو ثبوت ملندو. فلاڻي بادشاهه يا درويش جي محفل ۾ فلاڻي ماڻهوءَ هيءُ بيت يا قصيدو چيو. اِهي سڀ ڳالهيون ٻوليءَ جي تاريخ جو موضوع ٿينديون. ڪاڪي پيرومل جو ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، يا ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ هن قسم جي تحقيق جا مثال آهن.

3. ڪنهن ٻوليءَ جي ادبي تاريخ شاعرن، ۽ لکيڪن ۽ سنڌن شعرن ۽ ليکن جي احوال تي ٻڌل هوندي. محمد صديق ميمڻ، لطف الله بدوي ۽ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جون تصنيفون سنڌي ادب جي تاريخ بابت آهن.

4. ڪنهن ٻوليءَ ۾ اندروني عوامل جي ڪري يا ٻين ٻولين سان لهه وچڙ ۾ اچڻ ڪري هڪڙي وقت کان ٻئي وقت تائين جيڪي نحو صرف، لفظي واهپي ۽ اُچار ۾ ڦيرا فرق آيا، اُنهن به زماني (diachronic) لساني فرقن ڦيرن جو مطالعو ۽ جن قانونن هيٺ اُهي ڦيرا واقع ٿين ٿا، اُنهن جو تفصيل تاريخي لسانيات جو موضوع ٿيندو. سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻوليءَ جي سڀني پهلوئن تي تاريخي لسانيات جي علم مطابق ڪم اجا ڪونه ٿيو آهي. ڪاڪي پيرومل ۽ ٻين جون سنڌي لفظن کي سنسڪرت جي اصل سان





ملائڻ جون ڪوششون، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي صاحب جي تحقيق لغات سنڌي، سنڌس ساميءَ جي سلوڪن ۾ واپرايل لفظن جا مطالعا، ڊاڪٽر الانا جو ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد" جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو سنسڪرت ۽ دراوڙي ٻولين سان لاڳاپو ڏيکاريو ويو آهي، اِهي سڀئي ڪوششون جينيٽيڪ سربستيون تاريخي لسانيات جي اصولن مطابق ٿيل نه آهن، پر ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ ڪٽي چئجي ته اُن کان اڳ جو تاريخي لسانيات جو ڪم شروع ڪجي، انهن ڪتابن ۾ آيل اطلاع جو موجود هئڻ ضروري آهي. هڙئي مطالعي لاءِ اهو ڄاڻائڻ ضروري ٿيندو ته ٻوليءَ ۾ ڪو فرق ڪهڙي وقت ڪهڙين حالتن ۾ آيو "سنڌ صدين جي آئيني ۾" (Sindh through Centuries) جي سيمينار (1975) ۾ ڊاڪٽر جان بورڊي جو پڙهيل مضمون (جيڪو هاڻي Sindh Quarterly جي 1981ع جي پهرئين شماري ۾ شايع ٿي چڪو آهي) تاريخي لسانيات جي هڪ شاخ "گلوٽو ڪرانالاجي" جي موضوع تي هو جنهن ۾ ڪن بنيادي تصورن لاءِ مختلف ٻولين ۾ ڪتب ايندڙ لفظن جي هڪ جهڙائيءَ جي آڌار تي سنڌي ٻوليءَ جي ٻين پاڙيسري ٻولين کان ڇڄڻ (ڌار ٿيڻ) جي زماني جو ڪاٿو ڪيو ويو هو.

اهي ڳالهيون ٿيون تاريخ ۽ ٻوليءَ جي مختلف قسم جي لاڳاپن جون. اهڙي ئي طرح مختلف نمونن سان جاگرافي ۽ ٻوليءَ جي لاڳاپن جو ذڪر ڪري سگهجي ٿو:

## (ب) جاگرافي ۽ ٻوليءَ جي لاڳاپن جا ميدان:

5. ٺلهي جاگرافي يا طبعي جاگرافيءَ ۾ طبعي سرحدن جو ذڪر هوندو، سمونڊن، نديين، نالن، جبلن، وادين، جهنگلن رڻپٽن، شهرن، ڳوٺن ۽ واهڻن جو ذڪر هوندو. هاءِ اسڪولن ۾ جيڪي جاگرافيءَ جا ڪتاب پڙهايا وڃن ٿا، اُنهن ۾ اهي ئي ڳالهيون هونديون.

طبعي جاگرافيءَ جي ڪتابن کان سواءِ لکندڙ ڪنهن ملڪ جي تاريخي جاگرافي يا اقتصادي جاگرافي لکي سگهي ٿو جيئن پٽوالا ۽ ڇيلاڻيءَ جا ڪتاب آهن.

6. اهڙيءَ طرح ڪنهن ٻوليءَ جو تاريخي جاگرافيائي اڀياس ڪري

سگهجي ٿو جيئن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو مضمون "سنڌي ٻوليءَ جون سرحدون ۽ اُنَ جو ڪڇي محاورو" جنهن ۾ لکندڙ جي توجهه جو مرڪز ٻوليءَ جي آراڏاين جي مخصوص نقطن جي مطالعي بدران اُهي تاريخي واقعات هوندا، جن جي ڪري هڪڙن محاورن جو اثر ٻين هنڌن تائين پهتو هوندو. ڊاڪٽر الانا صاحب جو زير نظر ڪتاب به انهي ئي تاريخي جاگرافيائي يا جاگرافيائي تاريخي انداز تي لکيل آهي، جنهن ۾ ٻوليءَ جي مخصوص ڦرڻن (Variables) آراڏاين جي مطالعي بدران تاريخي واقعن کي اهميت ڏني وئي آهي.

7. ڪنهن ٻوليءَ جي لسانياتي جاگرافيءَ جي مطالعي لاءِ اُنَ ٻوليءَ جي ڇاتل سڃاتل حدن اندر مختلف ايراضين يا علائقن ۾ يا مختلف سماجي پنگتين ۾ موجود انهن آراڏاين يا اختلافن جو ذڪر اچي ويندو. جيڪي اپياس واري زماني ۾ مطالعو ڪندڙ کي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ۾ اچن. مڪ ڊيوڊ جي وصف مطابق "لسانيات جي اُها شاخ جيڪا ڪنهن ٻوليءَ جي ايراضيءَ (جي حدن) اندر (موجود) فرقن سان واسطو رکي (ان کي) لنگوسٽڪ جاگرافي، ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڊايالڪٽالاجي سڏجي ٿو."

> The branch of linguistics that deals with the differences within a language area is called linguistic geography, or, some times, dialectology." (Mc David P.485)

ويبسٽر جي ڊڪشنريءَ (1976ع) ۾ لنگوسٽڪ جاگرافيءَ جي وصف هيئن ڏنل آهي:

> "Linguistic geography local regional variations of a language or dialect studied as a field of knowledge–called also dialect geography."

(لسانياتي جاگرافي ڪنهن ٻوليءَ يا محاوري جي مقامي يا علائقائي آراڏاين (فرقن يا اختلافن) جو علمي ميدان جي حيثيت سان (ڪيل) هڪ مطالعو آهي، (جنهن کي) ڊيا ليڪٽ (محاورائي) جاگرافي به سڏي سگهجي ٿو.





(د) **ڪم جو طريقو:** جيئن ڪنهن وڪر وهائڻ مهل ساهميءَ جي هڪڙي پڙ ۾ وجهبو تور جو وٽ ۽ ٻئي پڙ ۾ اُنَ وڪر جوڳيل، جنهن کي تورڻو هوندو تيئن ٻولي جي آراڏاين (فرقن يا اختلافن) جي جاچ پڙتال لاءِ ماپي جي هڪڙي پاسي رکبو ڪوبه هڪ لساني ڦرڻو ۽ ٻئي پاسي رکبو علائقائي يا سماجي ڦرٽي جو اُهو وَٿ جنهن سان اُن لساني آراڏائيءَ کي ماپڻو هوندو.

- لساني ڦرٽا ٿيندا: لفظن جا اختلاف، اُچارن جا فرق، ۽ ترڪيب جون آراڏايون.
- ۽ علائقائي يا سماجي ڦرٽا ٿيندا، علائقا، ڳالهائيندڙن جي سماجي حيثيت، تعليم، عمر، جنس، ڪنهن مذهب يا ذات تي ٻڌل پنگتي گروهه، گفتگو جو موقعو ۽ انداز وغيره.

اهي سيئي علائقائي توڙي سماجي ڦرٽا (Variables) هميشه علائقي ۽ وقت جي ڦرندڙ يا هڪ ساريکين بندشن (Constraints) جي پارڪن تي پرکيا ويندا.

سنڌي ٻوليءَ جي لسانياتي (يا محاوراتي) جاگرافيءَ جي مسئلن تي پهريون (۽ شايد هيل تائين آخري) ڪم گريئرسن جو لنگوسٽڪ سروي آو انڊيا (1903_1928) آهي. جيتوڻيڪ هن ڪم ۾ اڄڪلهه جي لسانياتي جاگرافيءَ جي ڪم جي ضرورتن ۽ طريقڪار جي لحاظ کان گهٽيون اوڻايون نظر اينديون، پر اِهو اِنهيءَ ڪري جوان زماني ۾ هن ڪم جو نمونو ئي الڳ هو ۽ اِنهيءَ سبب جي ڪري ئي هن ڪم جو نالو "لنگوسٽڪ جاگرافيءَ" بدران "لنگوسٽڪ سروي" رکيو ويو. هن ڪم جي لاءِ بائيبل مان به ننڍڙيون پر مشهور آکاڻيون چونڊي مختلف ٻولين جي مختلف محاورن ۾ ترجمو ڪرايون ويون، هر علائقي يا سماجي پنگتيءَ ۾ مروج رسم الخط ۾ اُهي ڪهاڻيون لکيون ويون ۽ انگريزي (رومن) رسم الخط ۾ به انهن کي اُتاريو ويو. انهيءَ معلومات مان حاصل ٿيل ڄاڻ جي آڌار تي هر ٻوليءَ جي گرامر جو به هڪ مختصر جائزو ورتو ويو. اهڙيءَ طرح سروي جي ائين جلد جي هڪڙي ڀاڱي ۾ سنڌي ۽ لهندا (سرائڪي ۽ پنجابي)

متعلق معلومات ڪٺي ڪئي وئي. سنڌ جي ٽنهي علائقن ۾ انهن اندر موجود سماجي، مذهبي، پنگتين جي محاورن ۾ اُهي ٽڪرا لکي، انگريزي الف — بي ۾ به اُتاريا ويا.

هن لنگوسٽڪ سروي ۾ جنهن اطلاع جو ڪَپُ ڪونه هو اُهو هو سنڌ جي مختلف علائقن ۾ بادشاهن، راجائن جي شادين مرادين، سوين ۽ هارن، اڏاوتن ۽ شجرن جو احوال، ۽ سچ پچ ته ڪتاب ۾ اهڙي قسم جو ڪوبه اطلاع موجود ڪونهي. پر اُنَ جي اُبتڙ زير نظر **سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ** واري ڪتاب جي تحقيق ۽ تجسس جو خاص ميدان آهي ئي بادشاهن جي شادين مرادين ۽ مرڻ پرڻ جو احوال، سندن اڏايل مقبرن ۽ مسجدن جو احوال ۽ پڙهندڙن جي غير لسانياتي جاگرافيءَ جي ذوق کي وڌائڻ لاءِ ناياب ڪتابن تان هٿ ڪيل بادشاهن جا شجرا.



# باب چوٿون

## ڊايا ليڪٽالاجيءَ سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث

### (الف) لهجن ۽ محاورن جي "تقسيم" جو سٽاءُ :

ڊاڪٽر الانا صاحب جن جي ڪتاب جي سرواڻ مضمون "سنڌي زبان ۽ ان جا لهجا" جي ٽئين سيڪشن ۾ "ٻولي، ان جي لهجن ۽ محاورن جي تقسيم" جا نوَ اصول ڄاڻايا ويا آهن. اهي اصول جيڪي مصنف جي چوڻ مطابق "علم اللسان جي ماهرن محنت ڪري ٺاهيا آهن." هي آهن:

(i) حاڪمن جي ٻولي هجڻ،
(ii) ساڳي حڪومت،
(iii) سياسي حالتون،
(iv) سماجي ۽ مذهبي ميل جول،
(v) وڻج واپار ۽ سياسي ناتا،
(vi) ساڳيون جاگرافيائي حالتون،
(vii) ساڳيون رسمون ۽ رواج،
(viii) باهمي شاديون،
(ix) آباديءَ جي لڏ پلاڻ.

ٽئين سيڪشن ۾ ڄاڻايل علم اللسان جي ماهرن جا اهي نوَ اصول اڳتي هلي وضاحت ۽ بحث لاءِ پيش ٿيا.

1. چوٿين سيڪشن ۾ "سماجي حالتون" ڄاڻايون ويون آهن، جيڪي "انهن ۾ اولين حيثيت رکن ٿيون."

2. پنجين سيڪشن ۾ وري "جاگرافيائي حالتون" ڄاڻايون ويون آهن: انهيءَ ساڳي سيڪشن ۾ ئي ڪنهن سبب ڪري "ڪرت، ڏنڌي ۽ پورهئي جي لحاظ کان (ورهايل)[47] مقامي محاورن" جو ذڪر آهي. ڇهين سيڪشن ۾ "لهجي جي حد" کي "Dialect area" ڄاڻائيندي، آئسوگلاسز جو ذڪر نڪري ٿو ۽ اڳتي هلي.

3. ستين سيڪشن ۾ وري ٽيون سبب ڄاڻايو اٿن. "سياسي حالتون."

a. الغرض، مختصر طور تي اُصول يا سبب ٿيا، ڊايالڪٽن جي تقسيم جا:

4. سماجي حالتون،

5. جاگرافيائي حالتون ۽

6. سياسي حالتون.

جن ڳالهين کي بنا ساڃاهه جي ٻولي، لهجن ۽ محاورن جي تقسيم جا اُصول يا سبب ڄاڻايو ويو آهي، سي دراصل ٻه مختلف ڳالهيون آهن. هڪڙي طرف ڳالهه ٿي ٿيڻ کپي انهن عوامل (فيڪٽرز) يا قوتن (فورسز) جي، جيڪي ٻولين جي يڪجهتي قائم رکڻ ۾ سودمند ثابت ٿين ٿيون، يا ٻوليءَ ۾ فرقن کي گهٽائڻ ۾ مددگار ثابت ٿين ٿيون. ٻئي طرف انهن عوامل يا قوتن جو ذڪر ٿيڻ کپي جيڪي ٻوليءَ جي آراڙاين وڌائڻ جو سبب ٿين ٿيون ۽ ٻولين جي اختلاف وڌائڻ ۾ مددگار ٿين ٿيون. مثال طور جيڪڏهن هڪڙي علائقي ۾ ساڳي حڪومت هوندي ته نين آراڙاين پيدا ٿيڻ جو امڪان گهٽ ٿيندو ۽ موجود فرقن جي گهٽجي هڪ ساريڪي ٿيڻ يا هم آهنگ ٿيڻ جو امڪان ٿيندو. جيڪڏهن ڪا عوامي ٻولي حاڪمن جي ٻوليءَ کان مختلف هوندي ته اُن عوامي ٻوليءَ تي حاڪمن جي ٻوليءَ جو اثر لازمي ٿيندو. جيڪڏهن سرڪاري ٻولي عوامي ٻولي ئي هوندي ته وري اختلافن وڌڻ بدران هڪ جهڙايون وڌنديون. اهڙيءَ طرح مذهبي ميل جول، وڻج واپار ساڳيون جاگرافيائي حالتون، ساڳيون رسمون ۽ ريتيون محاورن کي تقسيم ڪرڻ بدران،





انهن کي ملائڻ ۾ وڌيڪ ڪارگر ثابت ٿينديون.

انهيءَ ڳالهه ۾ جيڪو وٽ رکيل آهي، سو هيءُ آهي ته اهي سڀئي ڳالهيون لسانيات جي ماهر بلومفيلڊ جي ڪتاب لئنگويج جي ٻئي ۽ اوڻيهين باب تان ورتل آهن. هٿ ڪرڻ جي محنت سا خوب ڪئي وئي آهي، پر وري ٻه وتائي فقير واري ڳالهه وانگي سُٽڻ ۽ سمجهڻ جو فرق رهجي ويو آهي. بلومفيلڊ ته چوي ٿو ته "محاورائي تقسيم جون اهم ليڪون يا حدون سياسي حدن سان گڏ هلن ٿيون" (يعني سياسي حدن اندر ٻوليءَ جي محاورن ۾ تقسيم ٿيڻ جو امڪان گهٽ آهي، يا سياسي حالتن جي مختلف هئڻ ڪري آراڙاين ولاڊيون.) اڳتي وڌيڪ صاف لفظن ۾ چوي ٿو: "ظاهري طرح، ساڳي حڪومت ۽ مذهب ۽ خصوصاً اندروني (پاڻ ۾) شادين جي رسم ٻوليءَ جي نسبتي هڪ جهڙائيءَ ڏي نين ٿيون." (ص 343)

ڊايالڪٽن کي ٻولين کان الڳ ڪرڻ وارا عوامل، ڊايالڪٽن جي وچ ۾ ويڇو پيدا ڪندڙ قوتون، ڊايا ليڪٽن کي هڪ ٻئي جي ويجهو ڪرڻ يا هڪ ٻئي سان ملائڻ واريون قوتون — اهي سڀ الڳ الڳ ڳالهيون آهن ۽ انهن کي الڳ الڳ عنوانن سان ڪيترن ٻرڪ لکندڙن هن کان اڳ بحث هيٺ آندو آهي (تفصيل لاءِ ڏسو تشريحي ببليوگرافي) جيڪڏهن انهن سڀني مختلف قسم جي ڳالهين کي هڪ ئي قطار ۾ اهڙيءَ طرح شامل ڪري ڇڏبو جو ڄڻ اهي سڀئي ڳالهيون ٻوليءَ ۽ اُن جي محاورن يا لهجن جي تقسيم جا اُصول ۽ سبب آهن ته پوءِ ضرور مونجهارو پيدا ٿيندو.

اها ڳالهه ٻه ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته جنهن بلومفيلڊ کي مغرب جا لسانياتي ماهر واقعي لسانيات جو پيغمبر ڪري ڪوٺيندا هئا ۽ سندس ڪتاب کي "لسانيات جو بائيبل" ڪري سڏيندا هئا. ان ماڻهوءَ "صوتيات"، "تاريخي لسانيات"، ۽ "ٻوليءَ جي سلوڪ واري نظريي" (بهيوريل ٿيوري آو لئنگوج) ۾ ايندڙ نسلن تي تمام گهڻو اثر ڇڏيو پر لسانياتي جاگرافيءَ سان واسطي رکندڙ سندس سڄي ڪم ايندڙ نسلن تي ڪو اثر ڪونه ڇڏيو. اهو ان ڪري جو پاڻ جيتوڻيڪ

وقت جي گهُر سارو انهيءَ موضوع کي پنهنجي ڪتاب ۾ ڏيڻ لازمي ڄاتائين، پر لسانياتي جاگرافي سنڌس خاص دلچسپيءَ جي وارا کي کان ٻاهر هئي. انهيءَ معاملي ۾ لابوف (1972 ص 268) جي شاهدي دلچسپيءَ کان خالي ناهي. هو چوي ٿو ته "بلومفيلڊ جو اهو ڪم جيڪو ڊاياليڪٽالاجيءَ سان تعلق رکي ٿو سو ٻين پاڱن کان عجيب طرح ٽڙيل (Strangely disjunct) آهي." يعني اهو باب اهڙو پختو پڪو عالماڻو ناهي جهڙا سنڌس ٻيا باب آهن. هونئن به دنيا جهان جي انهن ماڻهن کي ڇڏي جن واقعي لسانياتي جاگرافيءَ تي ڪم ڪيو آهي ۽ انهيءَ فيلڊ ۾ سَنڌَ ڪري مڃجن ٿا، جيڪڏهن هن باب ۾ به بلومفيلڊ کان رهبريءَ جي گهُر ڪبي جيڪو نه رڳو "پراڻو" (ڊيٽيڊ) ٿي چڪو آهي، پر انهيءَ فيلڊ ۾ معلوم آهي ته ڪا حيثيت ڪونه ٿو رکي، ته گمراه ٿيڻ جو امڪان وڌي ويندو. انهن ٻنهي ڳالهين کان پوءِ به جيڪڏهن بلومفيلڊ کي سند مڃي، ان جي ڪتاب کي هن علم جو سرچشمو ڄاڻي، ان کان استفادو ڪرڻو پوي ته لازمي آهي ته ڌيان ڏجي ته اصل ڏٺي چوي ڇا ٿو. ٻيءَ صورت ۾ نتيجو اهو نڪرندو جو ڳالهه سمجهه ۾ ڪا نه ايندي ۽ پڙهندڙ انهيءَ ڳالهه مان ڪو فائدو پرائي نه سگهندا.

## (ب) "ڊاياليڪٽ" جي معنيٰ تي ويچار:

پنهنجي ڪتاب جي پهرئين باب "سنڌي زبان ۽ ان جا لهجا" ۾ ڊاڪٽر صاحب گروهن جي ٻولي يا ڊاياليڪٽ لاءِ سنڌيءَ ۾ عام مروج لفظ "محاورو" کي رد ڪندي، ان جي بدران "لهجو" لفظ تجويز ڪيو آهي. پاڻ لکيو اٿن: سنڌ ۾ "لهجي"، کي عام طور محاورو سڏيو ويندو آهي. دراصل لسانيات جي علم موجب "محاورو" لفظ صحيح نه آهي. لهجي ۽ محاوري لاءِ ڏسو....."

حوالي لاءِ لين جي عربي – انگريزي ليڪسيڪون (1885) ۽ حيمِ جي نيوپرشين – انگلش ڊڪشنري (1936ع) جا نالا ڳڻايا اٿن. جيتوڻيڪ اهو ڪونه لکيو اٿن ته انهن ڪتابن ۾ ڇا لکيل آهي جنهن جي آڌار تي "محاورو" غلط ٿيو پر جبل کوٽڻ سان پاڻهئي خبر پئجي





ويندي. ايترو سو معلوم ٿيو ته 1885ع ۽ 1936ع ۾ ڇپيل ڊڪشنرين جي آڌار تي هيءَ دعوي ٿيل آهي: "دراصل لسانيات جي علم موجب محاورو لفظ صحيح نه آهي."

لسانيات جو طلسمي علم نه ڄاڻندڙن لاءِ اها پُڙي آهي. دنيا جي ڪنهن به ڳالهه کي رد ڪرڻو هجي، ڪنهن ڳالهه کي ثابت ڪرڻو هجي، ايترو چوڻ اڻڄاڻوءَ کي ڊيڪرائڻ لاءِ ڪوڙ آهي ته "دراصل لسانيات جي علم مطابق هيءَ ڳالهه صحيح آهي يا هيءَ صحيح ناهي." اچا به ڪنهن کي لاجواب ڪرڻو هُجي ته چئجي ته: "لسانيات جي شاگردن ۽ ماهرن کي هيءَ ڳالهه قبول ناهي." اهو ٿيو ڏاڍ مڙسيءَ وارو دليل، جنهن جو منطق هيئن ٿيو:

حقيقت ۾ لسانيات جو علم هڪڙو ڄاڻان آءٌ، ٻيو ڄاڻي ڪانءُ.

**دليل :** آءٌ چوان ٿو ته محاورو لفظ صحيح ناهي.

**نتيجو:** ان مان ثابت ٿيو ته لسانيات جي علم موجب محاورو لفظ صحيح ناهي.

پلا جيڪڏهن جديد لسانيات جي علم مطابق محاورو لفظ صحيح ناهي ته ڪٺي پچر ڇڏجيس، پر نه. محاوري کي "صحيح ناهي" ثابت ڪرڻ کان پوءِ وري به انهيءَ ساڳئي باب ۾ اهو لفظ لهجن (ڊاياليڪٽن) جي ننڍن گروهن لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي. هاڻي، بقول ڊاڪٽر صاحب ٻوليءَ جا وڏا گروهه ٿيا ڊاياليڪٽ، جن کي پاڻ "لهجا" چوڻ پسند ڪندا، انهن "لهجن" جا وري ٿيندا ننڍا گروهه. جن کي پاڻ انگريزيءَ ۾ چوندا "ڪلوڪيول لئنگوج" (ص 6)، ۽ سنڌيءَ ۾ چوندا "محاورا" جيئن پاڻ لکيو اٿن:

"اهي لهجا وري مقامي لحاظ کان ننڍن ننڍن گروهن ۽ محاورن (Colloquials) ۾ ورهائي سگهجن ٿا." (ص 9)

ڊاڪٽر صاحب جي انهيءَ وضاحت پڙهڻ کان پوءِ ٿي سوال خيال ۾ اچن ٿا:

1. "ڪلوڪيول" ۽ "ڊاياليڪٽ" ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
2. "ڊاياليڪٽ" کي سنڌيءَ ۾ "محاورو" چئبو يا "لهجو"؟
3. جڏهن انهن ٻن لفظن مان هڪڙو استعمال ٿيندو

”ڊايالڪٽ“ لاءِ ته ٻيو ڇاجي لاءِ استعمال ٿيندو؟

## (ج) ڪولوڪي، ڊايالاگ، ڊايالڪٽ ۽ اڊيم جي معنائن تي بحث

1.ڪولوڪيول جي معنيٰ:

جنهن ڳالهه کي انهي ڪتاب ۾ ڪڏهن ”ڪلوڪيول ٻوليون“ (Colloquial languages) ۽ ڪڏهن ڪلوڪيولز (Colloquials) ڪري استعمال ڪيو ويو آهي، ۽ منجهانئس ڊايالڪٽ جي ننڍن گروهن جي معنيٰ ورتي وئي آهي، اهو لفظ ڪولوڪي (Colloquy) مان نڪتو آهي، جنهن جي اصل معنيٰ هئي: ”گفتگو ڳالهه ٻولهه“ (discourse, conversation) اڳتي هلي ڪلوڪيوول انهيءَ ”لفظ فقري يا اسلوب“ لاءِ استعمال ٿيو جيڪو ”عام ڳالهائيل ٻوليءَ سان واسطو رکي، ۽ نه فارمل رسمي يا ادبي ٻوليءَ سان.“

Colloquial... (of words, phrases, style) belonging to, suitable for ordinary conversation, not formal or literary formal" (Hornby.P.164)

هارنبيءَ جي هن وصف جي اعتبار سان لفظ ڪلوڪيوول تي سگهن ٿا. اسلوب ڪلوڪيوول تي سگهي ٿو پر ڪا ٻولي ڪلوڪيول ڪانه ٿي سگهندي. يعني اهڙو ڪو ڊايالڪيٽ يا ڪلوڪيُول ٻولي (محاورو) ڪونه هوندو جنهن کي ”ڪلوڪيوول ڊايالڪٽ“ سڏي سگهجي. ان ڪري جو هيءُ فرق آهي ساڳين ماڻهن جي انهيءَ ٻوليءَ ۾ جيڪا هو ڳالهائين ٿا ۽ جيڪا هو لکن يا پڙهن ٿا.

لسانيات جو ڪوبہ ابتدائي يا عالمانہ ڪتاب کڻي، جيڪڏهن ان جي ڏسٽي (انڊيڪس) ۾ ”ڪولوڪيوول“ لفظ ڳولهڻ جي ڪوشش ڪبي تہ اهو لفظ ڪتاب ۾ استعمال ٿيل نظر نہ ايندو. جيڪڏهن ڪٿي ڪو اتفاق سان ڇاڙايل هوندو تہ ان حقيقت کان واقف ڪرڻ لاءِ تہ هيءُ لفظ لسانياتي ميدان ۾ استعمال نٿو ٿئي؛ جيئن هتي استعمال ڪيو ويو آهي. ادب جي ميدان ۾ استعمال ٿيندڙ هيءُ لفظ ان زماني جو يادگار آهي جڏهن يورپ وارا رڳو ”لکيل ٻوليءَ“ کي





ٻولي ڪري مڃيندا هئا. لکيل پڙهيل، عالم فاضل، اديب لکيل ٻوليءَ جي وضاحتن ۽ بلاغتن جا گهورا هئا، ۽ ادبي، فارمل، مؤدبانہ، تعليم يافتہ يا ڪتابي ٻوليءَ تي ساهہ ڏيندا هئا، ۽ عام ڳالهايل ٻولي، ٻين ماڻهن جي تہ وڃي آڙاهہ ۾ پوي، پر خود ڳالهائيندڙ جي پنهنجي ٻولي جيڪا هو رات ڏينهن دوستن احبابن، مائٽن متن، نوڪرن چاڪرن سان گفتگو وقت ڳالهائيندا رهندا هئا، ان ٻوليءَ بابت ڪين پڪ هوندي هئي تہ اها ٻولي ناهي، اهڙي گفتگو ۾ استعمال ڪيل لفظ فقرا، يا اچار جيڪڏهن اهڙا واپرايل هوندا هئا جيڪي ڪانئن اڳي ڪنهن ڪتاب ۾ ڪنهن شيڪسپيئر يا ڪنهن ڪارلائل استعمال نہ ڪيا هوندا تہ انهن کي ڇتڪي، غير فصيح، عاميانہ يا ڪلوڪيوول چئي حقارت جي نظر سان ڏسندا هئا. سندن چوڻ جو مقصد اهو هو تہ جيتوڻيڪ اسان جي وات مان اهو لفظ نڪري ويو آهي، يا اسان ٻين کي چوندي ٻڌو آهي پر جيئن تہ اسان ان کي هن کان اڳي ڪنهن معياري ڪتاب ۾ لکيل ناهي ڏٺو ان ڪري اهو لفظ پنهنجي لکت ۾ لکندي هوند اسين لڄي ٿيون ڇو جو اهو ڪولوڪيول يا عامي لفظ آهي.

ٻوليءَ جي پاڪباز رکپال اديبن ۽ گرامر جي ڇاڙن جي مقابلي ۾ توضيحي لسانيات (ڊسڪرپٽو لنگوسٽڪس) جي ماهرن ماڳهين ڪتابي ٻولي کي غير فطري سڏيو (فشمن، 1971ع، ص 372) ان جي بدران ڳالهايل ٻوليءَ کي حقيقي ۽ فطري ٻولي سمجهي ان کي پنهنجي تحقيق جو ميدان ڪري ورتائون. وري جو ڏٺائون تہ ڪلوڪيوول لفظ جي استعمال مان ڪتابي ۽ ڳالهائيل ٻوليءَ جي فرق جو تعصب ظاهر ٿي ٿيو ۽ جيئن تہ لسانيات جي ماهرن جي تحقيق جو ميدان آهي ئي ڳالهايل ٻولي، جنهن جي تعصبي مخالفت ۾ چڙ اهو لفظ اڳي استعمال ٿيندو هو ان ڪري ”ڪلوڪيوول“ لفظ کي پنهنجي ”علم لسانيات“ مان ماڳهين ڪڍي ڇڏيائون.

انهيءَ لحاظ کان، جيڪڏهن ڪنهن لسانيات جي ماهر ڊايالڪٽن جي ننڍن گروهن کي ڪلوڪيولز ڪري سڏيو آهي تہ اهو ”لسانيات“ ۽ ”ادب“ جي انهي جهيڙي جي پس منظر کان واقفيت نہ هئڻ ڪري

دراصل "ڪلوڪيوول" اهو لفظ، فقرو يا اسلوب آهي جو لکيل ٻوليءَ ۾ نظر نہ ايندو هجي، يا جنهن لاءِ ڪنهن وڏي استاد اديب جي سند پيش نہ ڪري سگهجي. پر عام طرح ماڻهو ڳالهائيل ٻوليءَ ۾ استعمال ڪندا هجن. حاصل مقصد تہ ڊايليڪٽ جي "ننڍين گروهن" سان ڪلوڪيوول جو ڪو واسطو ڪونهي.

البت "بلومفيلڊ" سڳوري جي ڳالهہ نياري آهي. هن ٻوليءَ جي عام پنجن قسمن مان هڪ کي ڪلوڪيوول چاڻايو آهي: پر اهو بہ ڪنهن ڊايليڪٽ جي ننڍين گروهن جي حيثيت سان نہ، پر ادبي معياري ٻوليءَ جي مقابلي ۾ "ڪلوڪيول معيار" جي حيثيت سان. جنهن کي خاص" مرتبي وارن امير ماڻهن جي ڳالهائيل ٻولي" (The speech of the privileged class) ڪوٺي ٿو (جڻ غير امير ماڻهن کي حق ناهي تہ هو پنهنجي ڪلوڪيوول ٻولي استعمال ڪن.) انهن ٻن معيارن کان سواءِ بلومفيلڊ جيڪي معيار ناهيا آهن، سي آهن: علائقائي (Provincial) معيار، معيار کان ڪريل (سب اسٽينڊرڊ)، ۽ مقامي محاورا (لوڪل ڊايليڪٽس) (بلومفيلڊ، 1933، ص 052) پر جيئن تہ اڄڪلهہ جي لسانياتي علم جي لحاظ کان ڪوبہ محاورو ڪنهن کان بہ گهٽ يا وڌ نٿو مڃيو وڃي، ان ڪري بلومفيلڊ جي معياري ۽ معيار کان ڪريل محاورن واري تفريق بہ غير علمي آهي.

## 1. ڊايليڪٽ ۽ ڊايالاگ:

يوناني ٻوليءَ ۾ "ليگين" (Legein) چون ڳالهائڻ کي. ليگين مان هڪڙو لفظ نهيو "ڊايليگستاءِ" (dialegesthai) جنهن جي معنيٰ ئي آهي "ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ، گفتگو ڪرڻ". انگريزي جي ڊڪشنرين ۾ انهيءَ لاءِ جيڪي لفظ استعمال ڪيائون، سي ٿيا (to converse, to discourse) انهيءَ ڊايليگستاءِ مان هڪڙي پاسي نڪتو "ڊايالوگوس" جنهن مان پوءِ انگريزيءَ وارو "ڊايالاگ" نهيو ۽ معنيٰ هيس "ڊسڪورس، ڪنورسيشن"؛ ۽ ٻئي پاسي لفظ نهيو "ڊايليڪٽوس" جنهن مان انگريزيءَ جو "ڊايليڪٽ" نڪتو ۽ معنيٰ بہ اهائي هيس: گفتگو ڳالهہ ٻولهہ ڳالهائڻ جوڙنگ ۽ ڪنهن ملڪ يا علائقي جي ٻولي:





Dialect:
1. "Discourse, conversation, way of speaking, language of a country or district." (Oxford, 1886).
2. discourse, speech, language, dialect of a district. (Skeats' Ety mological Dictionary 1879, 1963).

ساڳيءَ پاڙ مان نڪرندڙ ڊايالاگ ۽ ڊايليڪٽ لفظن مان پهريون لفظ "ڊايالاگ" ڊراما وارن جي ملڪيت ٿي ويو جتان هاڻي سياست وارن اوڌر ورتو آهي. ٻيو لفظ "ڊايليڪٽ" ٻوليءَ جي علم "لسانيات" جي ورثي ۾ آيو. هن سڄي بحث کي هڪ نظر ۾ ڏسجي تہ نتيجو هيئن ڏسڻ ۾ ايندو.




3 ڊايليڪٽ جي معنيٰ جي ويڪر (وسعت)

البتہ مختلف زمانن ۾ مختلف موقعن تي ۽ مختلف عالمن وٽ

”ڊايالِيڪٽ“ جي معنيٰ جي وسعت ۾ فرق رهيو آهي. هن وقت ڊايالِيڪٽ هنن ٽن معنائن ۾ استعمال ٿئي ٿو:

1. هڪڙي پاسي ساڳئي نسل وارين (Cognate) ٻولين مان هر هڪ کي ڊايالِيڪٽ چوندا هئا. جيئن فرينچ ۽ اطالوي ٻولين کي رومانس گروهه جا ڊايالڪيٽ ليکيندا هئا، يا انگريزي ۽ سنسڪرت انڊويورپين ڊايالِيڪٽ ليکبا هئا. (آڪسفورڊ 1961 ويبسٽر 1971).
2. ٻئي پاسي، عام معنيٰ ۾ ”ٻوليءَ جي هڪ آراڊائي (ويرائٽي) جيڪا ماڻهن جو هڪ گروهه استعمال ڪندو هجي. جنهن جي لفظن گرامر ۽ اچارجي صورتن ۾ اهڙا فرق هجن جي ڪيس ٻين ماڻهن جي ويرائٽين کان مختلف ڪندا هجن.“ (ويبسٽر).
3. ٽئين پاسي ڊايالِيڪٽ ٻوليءَ جي اها گروهي صورت آهي، جنهن جي سڃاڻپ جون خاصيتون گرامر يا لفظ جي صورت ۾ ظاهر ٿينديون هجن. ايڪسنٽ جي مقابلي ۾ جنهن جي سڃاڻپ اچار سان ٿيندي هجي. (سٽريوينز: 1977ص 134)
4. ڊايالاگ، ڊايالِيڪٽ ۽ ڪولوڪي: ڊايالاگ ۽ ڊايالِيڪٽ جي معنيٰ ۾ جيڪي لفظ استعمال ٿيا (ڊسڪورس، ڪنورسيشن) اهي ذهن ۾ رکڻ جهڙا آهن. انهي ڪري جو جيڪڏهن ”ڪلوڪيوول“ جي معنيٰ لاءِ آڪسفرڊ يا سڪيٽ وارين ڊڪشنرين کي ڏسبو ته انهيءَ لفظ جي معنيٰ لاءِ به اهي ئي لفظ ملندا ”ڊسڪورس، ڪنورسيشن“، جيتوڻيڪ اڄڪلهه ان جي معنيٰ اها ڳالهايل ٻولي نڪرندي جيڪا ادب ۽ لکت جي ٻولي نه هجي ۽ اهي ساڳيا لفظ ”ڪنورسيشن، اسپيچ، ڊسڪورس“ ۽ انهيءَ معنيٰ وارا ٻيا لفظ عربي–انگريزي





ڊڪشنرين ۾ ”محاورن.“ لاءِ به استعمال ٿيا آهن.

5. اڊيم: ڊايالِيڪٽ ۽ ڪولوڪي کان سواءِ ”ٻولي“ يا ان جي آراڊائيءَ لاءِ انگريزيءَ ۾ ٻيو جيڪو لفظ عام طرح استعمال ٿيندو رهيو آهي، سو آهي ”ايڊيم“. انگريزي ٻوليءَ جو هيءُ لفظ يوناني ٻوليءَ جي لفظ ”اِڊيوس“ (idios) مان نڪتو جنهن جي معنيٰ آهي: ”پنهنجو سندو ذاتي، مخصوص.“ ”اڊيوس“ مان هڪڙي پاسي نڪتو ”اڊيوسٽاءِ“ (پنهنجو ڪرڻ، پنهنجي ڪم آڻڻ“): جنهن مان پوءِ ”اڊيوما“ نڪتو جنهن جي معنيٰ هئي: ”ٻوليءَ جي ڪا خصوصيت، اصطلاح، اڊيم“. انهي ساڳئي ”اڊيوس“ مان ٻئي پاسي وري نڪتو ”اڊيوٽيس“ جنهن جي اصل معنيٰ هئي: ”اهو ماڻهو جيڪو پنهنجيءَ ۾ پورو هجي، پنهنجيءَ ذاتيءَ زندگيءَ جي ڪمن ۾ مگن هجي.“ لاطينيءَ وارن ”اڊيوٽيس“ مان ”اڊيوتا“ ٺاهيو جنهن جو اول مطلب هو ”اڻپڙهيل، جٽ يا جاهل“. اتاهين هلندي فرينچ ۽ انگريزيءَ مان مختلف منزلون طئي ڪري نيٺ وڃي ٺهيو ”اڊيٽ“ جنهن جي معنيٰ ٿي ”احمق“ پر انهيءَ ساڳئي ”اديويٽيس“ مان انگريزيءَ وارن وري ٻيو لفظ ٺاهيو ”اڊياٽزم“ جنهن جي هڪڙي پاسي معنيٰ ”حماقت“ ڪيائون، ٻئي پاسي چيائون ”ڪنهن زبان ۾ استعمال ٿيندڙ انهيءَ مخصوص ٻول کي، جيڪو پنهنجي گرامر جي لحاظ کان مخصوص هجي“ (ويبسٽر) اهو اڊياٽزم جو اصطلاح ڪنهن زماني ۾ ڪنهن خاص ٻوليءَ يا ڊايالِيڪٽ لاءِ به استعمال ٿيندو هو. (ويبسٽر) اڊيم جو لفظ هاڻي ٽن مختلف معنائن ۾ استعمال ٿئي ٿو:

1. هڪڙي پاسي اهو لفظ ٻولين لاءِ استعمال ٿئي ٿو جيئن لاطيني اڊيم، يوناني اڊيم. (سڪيٽ).

2. ٻئي پاسي اڊيم انهيءَ ٻوليءَ لاءِ استعمال ٿئي، جيڪا هڪ راڄ يا قوم جي ماڻهن وٽ مخصوص (Peculiar) هجي — ان لاءِ ٻيو لفظ ڏيندو. ”ڊايالڪٽ“ (ويبسٽر).

3. ٽئين پاسي ”اڊيم“ ان اصطلاح يا فقري کي چون جيڪو ٻن يا وڌيڪ لفظن جي گڏيل معنيٰ اهڙي ڏيکاري جيڪا الڳ الڳ لفظن مان ظاهر نه ٿئي.

”اڊيم“ جي لاءِ سنڌي، عربي ۽ فارسيءَ جي ڊڪشنرين ۾ هڪڙو لفظ ”محاورة“ به استعمال ٿيندو رهيو آهي. اڊيم توڙي محاورة جي معنائن مان هڪڙي معنيٰ هوندي هئي ”اصطلاح“ جيڪا اڄ به سنڌيءَ ۾ ”فقري“ يا ”ڪلمي“ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿي، پر ”اصطلاح“ خود به ڪنهن زماني ۾ ٻوليءَ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو هو. جيئن مولانا جلال الدين رومي بلخي سمرقندي (ستين صدي هجري) جي مثنويءَ ۾ آيو آهي:

سنديان را اصطلاح سند مدح
هنديان را اصطلاح هند مدح

”اصطلاح سند“ جي معنيٰ ٿي، ”سنڌ جو اڊيم، سنڌ جو ڊايالڪٽ يا سنڌ جي ٻولي“ ۽ اصطلاح هند معنيٰ هند جي ٻولي.

الغرض انگريزيءَ جا هي سيئي لفظ (ڊيالاگ، ڊايالڪٽ، ڪولوڪي، اڊيم) ڪنهن نه ڪنهن وقت ”ٻوليءَ“ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا رهيا آهن. انهن مان ڊيالاگ، اڊيم، توڙي ڪولوڪي ادب وارن وٽ رهجي ويا ۽ لسانيات جي علم ۾ ڪنهن نه ڪنهن سبب جي ڪري اچي نه سگهيا. لسانيات وارن وري ڊايالڪٽ کي چڪي ڪٽي سوگهو ڪيو. اڊيم جي مناسبت سان ۽ ”اڊيوٽاس“ جي بدران پنهنجي لاءِ هڪ ماڻهوءَ جي خاص ٻوليءَ لاءِ ”اڊيوليڪٽ“ ٺاهي ورتائون. وري ٻوليءَ جي حدن کي ڊارڪرڻ وارين ليڪن لاءِ ”آئسوليڪٽ“ ٺاهي ورتائون. ويندي اها به تجويز ڏنائون ته ”ليڪٽ“ لفظ علمي لفظ جي حيثيت سان استعمال ڪيو وڃي. (بيلي 1973، ص 2 – 161) ٻئي پاسي ’محاورة‘ ۽ ’اصطلاح‘ جهڙا لفظ به عربي، فارسي ۽





سنڌي ٻولين ۾ ٻين معنائن کان سواءِ ”ٻوليءَ“ جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿيندا رهيا آهن.

## (ڊ) ”ڊايالڪٽ“ لاءِ سنڌيءَ ۾ مناسب لفظ ڪهڙو ٿيندو؟ لغة، لسان، لهجة يا محاورة؟

1873ع (يا ان کان اڳ) کان وٺي 1978ع تائين ڇپيل عربي ۽ انگريزي، فارسي ۽ انگريزي ۽ سنڌي ۽ انگريزي جون ٻنهي طرفن واريون ڊڪشنريون ڏسي به چارٽ ٺاهيا ويا، جن جي مطالعي مان معلوم ٿيو ته ڊايالڪٽ جي معنيٰ لاءِ نه رڳو ”محاورة“ ۽ ”لهجة“ مقابلي ۾ بيٺل هئا، پر ”لغة ۽ لسان“ به انهيءَ مفهوم لاءِ پنهنجو حق ڇڪائي رهيا هئا.

1. لغة: لغة جي لفظ جي مختلف معنائن مان ڪي هي آهن: ڊايالڪٽ، اڊيم، لئنگوج.

لين (Lane) ڄاڻايو آهي ته عرب جي اصلي ڪلاسيڪي سچي پچي، اڳ (genuine) ٻوليءَ کي ’لغة‘ چئبو. ڪن عالمن جو خيال آهي ته ”لغة“ لفظ عربي ٻوليءَ جو ناهي، پر يوناني لفظ ”لوغو“ (Logos) مان ورتل آهي جيڪو جيئن مٿي ٻاڻ ڏنو ليگين مان نڪتل آهي ۽ ڊايالڪٽ ۽ ڊايالاگ سندس پُريءَ مان آهن. ۽ انهيءَ جي اصل معنيٰ هئي ڳالهائڻ ٻولهائڻ، گفتگو ڪرڻ.

”لغة“ جو لفظ ڪنهن به معنيٰ ۾ قرآن شريف ۾ استعمال ڪونهي ٿيو البت ”لغو“ گار گند، بيڇڙي ٻول، بڪواس، بيهوده، اجائي ڳالهه جي معنيٰ ۾ ۽ الغو (فعل) ”لُڙڪريو“ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي، جيئن: (الف) وَالَّذِيْنَ هُمْ عَنِ اللَّغْوِ مُعْرِضُوْنَ: (المومنون: 3) ”۽ جيڪي اجائي، يا بيهوده ڳالهه کان پاسو ڪندا آهن:“

(ب) وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَا تَسْمَعُوْا لِهٰذَا الْقُرْاٰنِ وَالْغَوْا فِيْهِ لَعَلَّكُمْ تَغْلِبُوْنَ (حم سجده: 26: 1) ”ڪافر چون ٿا ته انهيءَ قرآن کي نه ٻڌو ۽ (جڏهن ڪو انهيءَ کي پڙهي ته اوهين) منجهس لُڙ مچايو ته من مٿن غالب ٿيو.“

بهرحال هانز ويهر (Hans Wehr) واري عربي – انگريزي ڊڪشنري، (1974ع) ۾ ڄاڻايل وصفن جي آڌار تي اهو استدلال ڪري

سگهجي ٿو تہ ڊاياليڪٽ لاءِ "لغة" ئي سيني کان وڌيڪ موزون لفظ آهي: اهو ان ڪري جو لسانيات ۾ استعمال ٿيندڙ گهڻا لفظ انهيءَ ئي لفظ جي مرڪبن مان ٺهيا آهن

- جيئن ڌاري ٻوليءَ کي ويهر "لغة اجنبية"چوي ٿو
- اهڙيءَ طرح عوام وٽ استعمال ٿيندڙ ٻولي کي "لغة علمية" چوي ٿو
- اهڙيءَ طرح ادبي يا ڪتابي ٻولي کي "لغة الڪتابية"
- ڪولو ڪيول کي "لغة المحادثة"
- ڌنڌي ڌاڙي سان واسطو رکندڙ ٻوليءَ (ريجسٽر) کي "لغة المهنة"
- مادري ٻوليءَ کي " "لغة المولد"، ۽ ليڪسيڪو گرافي، فلالاجي توڙي لنگوسٽڪس کي "علم اللغة" چوي ٿو. (ويهر 1974، ص 871 – 870)

2. لسان: چپ، ٻولي، ساهميءَ جي زبان (سئي)، باهہ جي چپ (flame) زبانو يعني بڪل (buckle) کان سواءِ لسان جي معنائن ۾ ڊاياليڪٽ ۽ اڊيم، جارگون، ڊڪشن ۽ ڪنهن ڪتاب جي اسلوب واريون معنائون بہ اچي وڃن ٿيون. جنهن لين لغت کي genuine سڏيو هو سو لسان کي بہ ٻولي جي Chasteness ٿو ليکي. (پر لغت وانگي لسان بہ لين جي اصل ڪتاب بدران ان جي سپليمينٽ ۾ ڄاڻايل آهي).

قرآن ڪريم ۾ "لسان" جو لفظ گهڻين معنائن ۾ استعمال ٿيو آهي.

1. هڪ ماڻهوءَ جي ٻوليءَ (idiolect) جي معنيٰ ۾، جيئن ارشاد ٿيو تہ بني اسرائيلين مان ڪافرن تي دائود ۽ عيسيٰ ابن مريم جي زبانيون لعنت ٿي.

لُعِنَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْۢ بَنِيْٓ اِسْرَاۗءِيْلَ عَلٰي لِسَانِ دَاوٗدَ وَعِيْسَى ابْنِ مَرْيَمَ (المائده 5:78)

1. هڪ قوم جي ٻوليءَ جي معنيٰ ۾، جيئن ارشاد ٿيو تہ اسان نہ مڪو آهي ڪو رسول پر ان قوم جي ٻوليءَ ۾ تہ جيئن لاڪن پڌرو ڪري (ابراهيم: 4)

2. اهو ناماچار جيڪو ماڻهن جي زبانن تي چڙهي وڃي، اُن کي بہ لسان ڪوٺجي، جيئن حضرت ابراهيم دعا گهري تہ "پوين ۾ منهنجو چڱو ناماچار ڪجانءِ"





وَاجْعَلْ لِّيْ لِسَانَ صِدْقٍ فِي الْاٰخِرِيْنَ (الشعراء: 84 : 26)

ٻولين جي آراڏايين لاءِ "اخْتِلَافُ اَلْسِنَتِكُمْ" جو فقرو استعمال ٿيو ۽ ارشاد ٿيو تہ آسمان ۽ زمينن جو خلقجڻ ۽ اوهان جي ٻولين ۽ رنگن جون آراڏايون ڏٺيءَ جي آيتن يا نشانين مان آهن. بيشڪ انهي ۾ علم وارن (ڄاڻن، سائنسدانن) لاءِ نشانيون آهن.

وَمِنْ اٰيٰتِهٖ خَلْقُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَاخْتِلَافُ اَلْسِنَتِكُمْ وَاَلْوَانِكُمْ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّلْعٰلِمِيْنَ (الروم آيت 22 : 30)

هي آخري نقطو انهيءَ ڪري اهم آهي جو اڄڪلهہ لسانيات جي ماهرن کي سمجهہ ۾ اچي رهيو آهي تہ "ڊاياليڪٽ" لفظ سنڌن جيسس جي ميدان جو صحيح احاطو نٿو ڪري ان ڪري "ڊاياليڪٽن" بدران اڄڪلهہ ٻوليءَ جي آراڏاين، ٻوليءَ جي اختلافن يا فرقن (Varieties) جو ذڪر ڪري رهيا آهن. ويندي هن زماني ۾ سنڌن ڪتابن جا نالا بہ "ڊاياليڪٽس آو انگلش" مان ڦري "ويرائٽيز آو انگلش" تي رهيا آهن. (ڊسو بيلي، ڪورڪ ۽ ٻيا).

"اوهان جي ٻوليءَ جون آراڏايون" (اخْتِلَافُ اَلْسِنَتِكُمْ) ڌڻيءَ جي نشانين مان آهن ۽ انهن جي تعظيم لازمي آهي ۽ انهن جو مطالعو ضروري آهي. انهيءَ لحاظ کان محسوس ٿو ٿئي تہ جڻ "لسان" جو لفظ سيني کان وڌيڪ موزون آهي ۽ پاڻ وٽ هوندئن بہ لنگوسٽڪس ۽ فلالاجيءَ جي علمن کي مختلف زمانن ۾ "علم اللسان" يا "لسانيات" چوندا رهيا آهن پر عرب دنيا ۾ وري اهي ئي اصطلاح اڄڪلهہ مروج ناهن. حالانڪ مهانڊي ۽ اصليت ۾ آهن عربي.)

1. لهجة: وري جي "لهجي" تي ٿي نظر وجهجي تہ پانڄجي ٿو تہ امرت ڌارا وانگر سيني مرضن جو اهوئي هڪ ٽڪ علاج آهي ۽ انهيءَ کي سوگهو جهلي ٻين لفظن مان ڪٽي هٽ ڪيجن.

چپ جي چوٽي، چپ، آواز، ڳالهائڻ جو انداز، ٽون (tone) اڪسينٽ ۽ جهيلار کان ويندي منهن مهانڊي، چهري (The face

Countenance, Visage) واريون معنائون بہ لهجة مان نڪرن ٿيون. پر وڏي ڳالهہ تہ ٻولي، ڊايا ليڪٽ، ادبم ۽ ايڪسينٽ واريون معنائون بہ هن لفظ مان ئي نڪرن ٿيون. بهترين دليل جيڪو "لهجة" کي "ڊاياليڪٽ" جي معنيٰ ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ ڏئي سگهجي ٿو سو اهو تہ هانز ويهر (1972) واري ڊڪشنريءَ بہ اهائي معنيٰ ڄاڻائي آهي ۽ ظاهر آهي تہ ويهين صدي جي اسي واري ڏهاڪي کان وڏيڪ مستند ۽ سيني کان پوئين (تازي) اهائي ڊڪشنري هُئي.

ٻئي پاسي هيءُ لفظ ڪنهن بہ معنيٰ لاءِ قرآن شريف ۾ استعمال نہ ٿيو آهي. اصل بنيادي معنيٰ چپ جي چوٽي ۽ ان کان پوءِ ٽون، وئائيس (voice) ڳالهائڻ جو انداز يا لحن هئس جيئن چئجي تہ "هن ٽڪي لهجي ۾ ڳالهايو". ان کان سواءِ "ايڪسينٽ" جي معنيٰ لاءِ بہ لهجة ٿو استعمال ٿئي ۽ ڊاياليڪٽ لاءِ بہ ساڳيو ئي لفظ استعمال ٿا ڪن. هاڻي جيڪڏهن ٻوليءَ جي اڙانگي سفر ۾ ڊاياليڪٽن ۽ ايڪسينٽن جا بار اهڙا ڳرا ٿي پون جو ويچاري "لهجة" جي ڏبري ڏٻي ٻنهي جي بار کڻڻ جو وت نہ ساري سگهي ۽ ڊاياليڪٽ ۽ ايڪسينٽ لاءِ الڳ الڳ سوارين جي گهرج ٿي پوي تہ "لهجة" جي ڏٻي ڪنهن جو بار کڻندي، ڊاياليڪٽ جو يا ايڪسينٽ جو؟

4. محاورة: حَوَرَ مان نڪتل هيءُ لفظ گهڻين معنائن ۾ استعمال ٿئي ٿو. پر ان جي پاڙ مان جيئن هي لفظ نڪرن ٿا، پٽڪي جي وَر کي چون حورَ. جيڪڏهن ڪنهن جي قسمت وري وڃي، ڦري وڃي تہ چون حور. جيڪڏهن ڪو ڏٽي ڏي موٽي وڃي، وري وڃي، تہ بہ حور اٿي گوهڻ، ٿنهڻ يا ورائڻ کي بہ چون حور. ويلڻ جنهن سان ماني ٿنهجي يا ورائجي اُن کي چون محور يا محاور. جنهن شيءِ جي چوڌاري ڪا ٻي ڦري تنهن کي چون محور. اهڙيءَ طرح حاور جو اسم مصدر ٿيو محاورة. جنهن جي معنيٰ ٿي ورندي، وراڻي (جيڪا ڳالهہ ورائي چئجي يعني جواب) مڪالمه يا مباحثه. (محيط المحيط). انهيءَ ڪري جو هڪڙي ماڻهوءَ ڪا ڳالهہ چئي، اُن جي ورنديءَ ۾ ٻئي ڪنهن ٻي ڳالهہ چئي، اهڙيءَ





طرح ڳالهہ ٻولهہ جي ڏي وٺ جاري ٿي. قرآن شريف ۾ هن پاڙ مان ڪيترا لفظ نڪرن ٿا. ڪافر جي لاءِ ارشاد ٿيو تہ هن ڀانيو تہ ڪيس واپس ڏي ورٽوئي ڪونهي:

إِنَّهُ ظَنَّ أَن لَّن يَحُورَ (انشقاق: 84:14)

2. ڪا مائي حضور جن سان جهيڙو لائي ويٺي پنهنجي مڙس جي شڪايت ڪٽي، تنهن تي ڏٽيءَ وٽان ارشاد ٿيو تہ "الله اوهان جي ڏي – وٺ، ارندي ورندي، ڳالهہ ٻولهہ يا بحث مباحثي واري ڳالهہ ٻڌي":

وَاللَّهُ يَسْمَعُ تَحَاوُرَكُمَا (مجادلة 1: 58)

3. ٻن هارين پاڻ ۾ ارندي ورندي پئي ڪئي، ڳالهہ ٻولهہ پئي ڪئي، ڏي وٺ پئي ڪئي، جو هڪڙي پنهنجي ساٿيءَ کي چيو تہ "آءٌ توکان مال ۾ ماڻهن ۾ وڌيڪ سگهارو آهيان."

فَقَالَ لِصَاحِبِهِ وَهُوَ يُحَاوِرُهُ أَنَا أَكْثَرُ مِنكَ مَالًا وَأَعَزُّ نَفَرًا (الڪهف 18:34)

اڪثر عربي ڊڪشنرين جيڪي "محاورة" جون معنائون انگريزيءَ ۾ ڄاڻايون آهن سي آهن: "ڪنورسيشن، ڊايالاگ، ڊبيٽ، ڪانفرنس، ٽاڪ، آرگيومينٽ."

هاڻي جيڪڏهن هڪڙي لمحي (گهڙيءَ) لاءِ ڊاياليڪٽ، ڊايالاگ ۽ ڪولوڪي جي اصل معنائن ڏانهن وربو (رجوع ڪبو) تہ اهي ئي ساڳيون معنائون نظر اينديون. گفتگو ڪرڻ، ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ، بحث مباحثو ڪرڻ، ڪنورسيشن، ڊسڪورس وغيره. اهو رڳو اتفاق ٿيو آهي جو وقت گذرڻ سان هڪڙي ٻوليءَ مان ٻي ٻوليءَ ۾ اچڻ سان انهن لفظن جي معنائن ۾ اهڙا فرق ٿيا آهن جو اڄ ڊايالاگ جي معنيٰ ٻن ماڻهن يا وڌيڪ جي وچ ۾ گفتگو وڃي بيٺي، ڊاياليڪٽ جي معنيٰ ٻوليءَ جي لهجائي يا محاورتي آراڌائي ۽ ڪولوڪيءَ جي معنيٰ ڳالهائيل ٻولي وڃي بيٺي. حالانڪ اصل ۾ سيني لفظن جون معنائون ساڳيون هيون.

اهڙيءَ طرح اول عرب دنيا ۾ جنهن لفظ جي معنيٰ ورندي ڏيڻ، ورائڻ ڪچهري ڪرڻ، يا ڳالهہ ٻولهہ هئي، اڳتي هلي ڪنهن وقت ان لفظ جي معنيٰ وڃي بيٺي: "ٻوليءَ جو استعمال، اصطلاح، ادبم".

"Conversation etc, dialogue, usage of a language, idiomatic expression, idiom." (Steingass, 1884–962).

اهو لفظ وري جڏهن فارسيءَ ۾ پهتو ته ٻين معنائن سان گڏ سندس معنيٰ "اديم يوزج (استعمال)، عام ٻولي ۽ فريسئالاجي" به وجي بيٺي:

"Idiom, usage, common speech, phraseology)." (Steingass, 1892, p. 1182)

وري جو هندستان ۾ اهو لفظ پهتو ته هندي – اردوءَ ۾ نوان رنگ وٺي بيٺو ۽ ٻين معنائن سان گڏ "بول چال، اصطلاح عام" جون معنائون اختيار ڪيائين (مولوي سيد احمد دهلوي: فرهنگ)

سنڌ ۾ جڏهن اهو لفظ پهتو ته تجربو (experience) مشق يا ورجيس (Practice) جي معنيٰ به انهيءَ لفظ سان ادا ڪيائون. جيئن چيائون "فلاڻي کي انهيءَ ڪم ۾ ڪافي محاورو آهي." يعني اهو ڪم چڱيءَ طرح ڪرايل، ڪيل، اتلايل پتلايل اٿس، انهي تي چڱيءَ طرح دسترس اٿس، انهيءَ جي چڱي ڄاڻ اٿس. "هئبت" ۽ "ڪسٽم" جي معنيٰ ۾ به انهيءَ لفظ کي استعمال ڪيائون. جيئن چوندا ته "صبح جو ساجهر اٿڻ ته فلاڻي جو محاورو ٿي ويو آهي". يعني عادت ٿي وئي اٿس. اديم جي معنيٰ ۾ به هن لفظ کي استعمال ڪيائون. جيئن چوندا "سنڌيءَ ۾ محاورو آهي ته......" اهي سڀ معنائون پرمانند ميوارام جي ڊڪشنريءَ ۾ (1910ع ص 539) ۾ ڄاڻايل آهن:

"Practice, experience, habit, custom, idiom"

"اديم"، جيئن پاڻ مٿي ڏسي آياسين، گهڻين معنائن ۾ استعمال ٿئي ٿو جن مان هڪڙي اها به معنيٰ نڪرندي، جيڪا ڊايالڪٽ جي ٿيندي، "اصطلاح" به ڏنوسين ته انهيءَ ڊايالڪٽ واري معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح "محاورو" به سنڌيءَ ۾ ڊايالڪٽ يا رجسٽر جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو. جيئن چوندا :





1. ڪورين جي محاوري ۾ انهيءَ کي تاڃي پيٽي چوندا آهن.
2. ڪهاڙي يا تلوار جهڙي هٿيار يا اوزار جي "تکي ڪرڻ" کي لوهارڪي محاوري ۾ "لائڻ" چئبو آهي.

## (هه) ڊايالڪٽ ۽ ايڪسينٽ لاءِ سنڌيءَ جا مناسب لفظ:

جيتوڻيڪ ڏنوسين ته ڊايالڪٽ لاءِ عربي ٻوليءَ ۾ لغة ۽ لسان ٻئي لفظ استعمال ٿي سگهن ٿا، پر جڏهن ويجهڙائيءَ وارين ڊڪشنرين ۾ نظر ٿي ڪجي ته عام طرح لفظ "لهجة" ڏسڻ ۾ اچي ٿو. وري جيڪڏهن انهن ساڳين ڊڪشنرين ۾ ايڪسينٽ لاءِ ڪو لفظ ٿا ڳولهيون ته به اهوئي "لهجة" ئو نظر اچي. اها ڳالهه سنڌي ڊڪشنرين ۾ ته اچا ئي وڌي واڪ چيل آهي. هاڻي لهجة جي معنيٰ اسين سنڌيءَ ۾ ڪهڙي ڪري وٺون؟ ڊايالڪٽ يا ايڪسينٽ؟

جيئن هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ ڄاڻايل انگريزي جي آراڏاين جي تفصيل مان معلوم ٿيندو ٻوليءَ جي آراڏاين جي توضيح جو اهو ماڊل جيڪو سٽريوينز 1977ع ۾ ڪيو آهي، ۽ جنهن کي آمريڪا ۽ برطانيه جي علمي حلقن ۾ وڏيءَ عزت ۽ وقعت جي نظر سان ڏٺو وڃي ٿو ان ۾ سٽريوينز ٻوليءَ جي آراڏاين کي ڊايالڪٽن ۽ ايڪسينٽن ۾ ورهايو آهي.

"ڊايالڪٽ واريون آراڏايون اهي آهن، جيڪي لفظن جي ڪنهن فرق يا گرامر جي ڪنهن فرق، يا ٻنهي جي گڏيل فرقن مان پڌريون ٿين.

"ايڪسينٽن واريون آراڏايون اهي آهن. جيڪي ڳالهائڻ جي اُچارن، تلفظ، يا پرونسيئشن مان پڌريون ٿين".

ان ڪري هرجملو ڪنهن نه ڪنهن ڊايالڪٽ ۾ چيل يا لکيل آهي، پوءِ اُهو ڪنهن معياري ڊايالڪٽ ۾ هجي يا غير معياري ۾، پر جڏهن وات پٽي، زبان کولي، ڳالهائبو يا لکيل شيءِ کي ڪنهن به انداز ۾ پڙهبو يا ورجائبو ته اهو ڪنهن نه ڪنهن ايڪسينٽ ۾ چئبو توڙي اهو ايڪسينٽ ڪو معياري هجي يا ڪو غير معياري، غير علائقائي هجي يا علائقائي.

1881ع ۾ بيجر (Badger) جڏهن ايڪسينٽ جي معنيٰ ڏني هئي ته ٻين معنائن کان سواءِ هڪڙي خاص معنيٰ ڏني هئائين: ”ڪنهن مخصوص شهر جي اُچار وارو ايڪسينٽ“. انهيءَ معنيٰ کي عربيءَ ۾ ادا ڪرڻ لاءِ چيائين: ”لسان، لهجة، لغة“

ڊونياخ به ايڪسينٽ جي معنيٰ لاءِ لهجة ڏنو آهي ۽ فارين يا لوڪل ايڪسينٽ لاءِ ”لهجة اجنبيه، محلي“ استعمال ڪيو آهي، ۽ ايڪسينٽ سان ڳالهائڻ کي **”يتكلم بلهجة خاصة“** سڏيو آهي.

هاڻي مسئلو هيءُ ٿو اٿي ته عرب سڳورن سان گڏ اسان کي سمجهائڻ لاءِ انگريزن جيڪي هي عربيءَ جون ڊڪشنريون لکيون آهن تن ۾ ڊاياليڪٽ توڙي ايڪسينٽ لاءِ ساڳيو لهجة جو لفظ استعمال ڪيو اٿن؟

ان مسئلي جو حل هيءُ آهي ته عرب جڏهن ٻوليءَ جي آراڏائيءَ، فرق يا اختلاف جو ذڪر ڪن ٿا ته، سٽريوينز واري فرق مطابق، هو ڊاياليڪٽ جي فرق جي ڳالهه نٿا ڪن. پر واقعي ايڪسينٽ واري فرق جي ڳالهه ٿا ڪن، جنهن لاءِ لهجه بلڪل موزون لفظ آهي. عراق کان وٺي مراڪش تائين، جيئن ويهر (Wehr) لکيو آهي، لکيل عربي ٻولي، ريڊيو ۽ ٽيلويزن تي ڳالهائيل ٻولي، لفظن ۽ گرامر جي لحاظ کان ساڳي آهي، سواءِ ڪن ٿورن مقامي يا مخصوص لفظن جي.

> The morphology and syntax of written Arabic are essentially the same in all Arab countries. Vocabulary differences are limited mainly to the domain of specialized vocabulary. (Wehr's Arabic–English Dictionary. 1952, 1974. Preface).

اهي فرق جن جي ڪري موصل جي ماڻهوءَ کي بغداد واري کان سڃاڻي ڏار ڪبو يا ڪربلا واري کي بصري واري کان الڳ ڪبو يا سعودي عرب واري کي مصر واري کان پڌرو ڪيو اُهي گهڻو ڪري تلفظ، اُچار ۽ لهجي جا فرق هوندا. مثلاً عربيءَ دنيا کي ٻن لهجائي ايراضين ۾ ورهائڻ لاءِ ٽن فرقن کي ذهن ۾ رکبو (1) ق ۽ گ جي ورهاست ۽ (2) ڪ ۽ چ جي ورهاست (3) حرڪت جي موجودگي يا عدم موجودگي:





1. هڪڙا قلبي ته ٻيا گلبي چوندا.
   هڪڙا جميل ته ٻيا گميل چوندا.
   هڪڙا اقول ته ٻيا اگول چوندا.
2. هڪڙا ڪبير ته ٻيا چبير چوندا ۽
   هڪڙا ڪثير ته ٻيا چتير چوندا.
3. خَمُس کي خَمَس ۽ خُبزَ کي خُبَزَ چوندا.

الغرض ڊاياليڪٽن ۾ اهو جيڪو پڌرو فرق موجود آهي. ان جي لحاظ کان اسان لاءِ لازمي ٿئي ٿو ته لهجة کي ٻنهي معنائن لاءِ استعمال ڪرڻ بدران، ان کي سندس اصلي ايڪسينٽ واري معنيٰ ۾ استعمال ڪيون، ۽ ڊاياليڪٽ لاءِ وري ٻيو ڪو موزون لفظ ڳولهيون.

جن وٽ اڳ ڪو لفظ نه هجي، سي ڀلي ته ڪو نئون لفظ هٿ ڪن. پر جن وٽ اڳي ئي ڪو لفظ مستعمل آهي ته ڪنهن حتمي منطقي دليل جي غير حاضريءَ ۾ ان کي رد ڪرڻ بدران جڳائين ته اهوئي استعمال ڪن.

اسان وٽ سنڌيءَ ۾ لهجو لفظ موجود آهي ۽ هميشه ايڪسينٽ لاءِ استعمال ٿيندو رهيو آهي. اڄ به ان کي انهيءَ معنيٰ ۾ استعمال ڪرڻ ۾ ڪو حرج نظر ڪونه ٿو اچي. اهڙي طرح اسان وٽ محاورو لفظ موجود آهي. پرمانند ميوارام جي ڊڪشنري ان تي ساکي آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ ٻين اهو لفظ انهيءَ معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي، جيئن الانا صاحب پاڻ مڃيو آهي، ۽ خود الانا صاحب انهيءَ لفظ کي ”ڊاياليڪٽ جي ننڍن گروهن“ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪرڻ چاهيو آهي. پر جيئن ته انهيءَ لاءِ ”جديد لسانيات جي علم مطابق صحيح نه آهي“ ڪان اڳتي ڪو مؤثر دليل ڪونهي، اُن ڪري اهو صحيح نه ٿيندو ته هڪڙي لفظ سالن جي استعمال کان پوءِ جيڪا معنيٰ هڪ علائقي يا سماج ۾ اختيار ڪئي آهي، اها ڪانئس ڦري، ڪيس وري، ٻي ڪا نئين معنيٰ پهرائجي. جيڪا خود به ٺهڪي نه اچي. محاوري واري لفظ اها جيڪا معنيٰ غير عرب ملڪن (ايران، سنڌ ۽ هند) ۾ اختيار ڪئي آهي، اها ڪانئس هاڻي ڦري نٿي سگهجي. عربيءَ

جا اهڙا سوين لفظ آهن جيڪي پاڻ وٽ عرب دنيا ۾ معروف معنيٰ بدران ڪنهن ٻيءَ معنيٰ ۾ استعمال ٿين ٿا. غريب ۽ فقير انهيءَ فرق جا عام مشهور مثال آهن:

1. "پاڻ جنهن کي "اوپرو" يا "ڌاريو" چئون،
تنهن کي عرب ۽ ايراني چون "غريب"؛
پاڻ جنهن کي "غريب" چئون،
تنهن کي عرب ۽ ايراني چون "فقير"؛
پاڻ جنهن کي "فقير" چئون،
تنهن کي عربيءَ ۾ شماذ يا متسول (سوالي) چون،
اهو قرآن ۾ "سائل"، ۽ ايران ۾ "گدا" سڏجي.

2. جنهن "لنگوسٽڪس" کي پاڻ "علم اللسان" چوندا هئاسين،
يا هاڻي لسانيات چوڻ تي شيدائي ٿيا آهيون يا هريا آهيون،
تنهن کي عربيءَ ۾ اڄ بہ "علم اللغة" سڏين، ۽ لغت يا لغات
پاڻ وٽ چون ڊڪشنريءَ کي،
عرب سڳورا اهڙي ڪتاب کي چون "قاموس" يا "معجم"



# باب پنجون

## ٻوليءَ جون وصفون ۽ اُنهن سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث

**(الف) ماڻهو جو ڳالهائي؟ "طلب" ۽ "جواب" جو مسئلو:**
ٻوليءَ جي استعمال جا سبب ٻڌائيندي ڊاڪٽر الانا صاحب لکيو آهي تہ "زبان هڪ ذريعو آهي، جنهن جي وسيلي هڪ انسان جي "طلب" (Stimulus) جو ٻيو انسان "جواب" (Response) ڏئي ٿو." (ص: 3)

هن تعريف جي لفظن تي غور ڪبو تہ معلوم ٿيندو تہ "طلب" پلي ڪيئن بہ ڪجي ان لاءِ زبان کي ذريعو نہ بنائي سگهبو پر "طلب" جو "جواب" پلي ڪهڙي بہ ذريعي ڏجي ان کي زبان چئبو. مثال طور ڪنهن ماڻهوءَ پئي کي چيو: "مون کي هڪ روپيو ڏي" ان طلب جي جواب ۾ ٻئي ماڻهوءَ بنا ڪجھ چوڻ جي جيڪڏهن پهرئين کي هڪ روپيو ڪڍي ڏنو تہ ان جو اهو عمل چئبو تہ زبان سڏائيندو.

"علم اللسان جي هڪ ٻئي جڳ مشهور آمريڪي ماهر بلومفيلڊ (Bloomfield) جو رايو آهي ...."

بلومفيلڊ بهادر جنهنجي ويهن صفحن تي مشتمل باب "ٻوليءَ جو ڪاپو ڪارج يا (استعمال)." [The Use of Language] جو تتُ ڊاڪٽر الانا صاحب هڪڙي جملي ۾ چئي، صحيح معنيٰ ۾ "درياءَ کي ڪوزي ۾ بند" ڪيو آهي.

Stimulus لاءِ سنڌيءَ ۾ "طلب" کان سواءِ شايد تحريڪ، ورين، ڇرت جهڙو ٻيو ڪو لفظ وڌيڪ موزون ٿئي ها ۽ ريسپانس

(Response) لاءِ اوٺ، وراڻي، يا موٽ جهڙو ڪو ٻيو لفظ موزون رهي ها. اهي اصطلاح نفسيات ۾ ٻوليءَ جي سلوڪ (بهيويرزم ۾ لئنگوج بهيوير) سان واسطو رکن ٿا.

نفسيات ۾ واٽسن (J.D. Watson) جي پيش ڪيل سٽيميولس ۽ ريسپانس جي تصورن کي جڏهن بلومفيلڊ ٻوليءَ جي سلوڪ لاءِ استعمال ڪيو ته ان ۾ گهٽيون ئي تبديلون آنديائين. "زبان هڪ ذريعو آهي، جنهن جي وسيلي هڪ انسان جي طلب جو ٻيو انسان جواب ڏئي ٿو" وارو اهو جملو ان سڄي بحث ۾ اهڙي حيثيت رکي ٿو جهڙي ڪنهن بادشاهه جي قصي ۾ "هڪڙو هو بادشاهه" وارو فقرو. سچي پچي ڳالهه ته اجا ئي اڳتي ٿي.

بلومفيلڊ جي نظرئي کي صحيح طرح سمجهڻ لاءِ ان خيال جي تاريخ تي نظر وجهڻي پوندي ان ڪري جو 1933ع کان وٺي جڏهن هيءَ نظريو يونيورسٽين ۾ عام ٿيو هو ، 1979ع تائين جڏهن ڊاڪٽرصاحب جن جو ڪتاب ڇپيو گهٽيون منزلون گذري ويون هيون. جن ۾ هيءَ نظريو وڏيو مقبول ٿيو تنقيد هيٺ آيو رد ٿيو ۽ پورو ٿي ويو. الانا صاحب جو اهو حڪيمانه جملو ته. "زبان هڪ ذريعو آهي جنهن جي وسيلي هڪ انسان جي طلب جو ٻيو انسان جواب ڏئي ٿو" انهن سيني منزلن جي تاريخ کي نظر انداز ڪري رهيو آهي.

بلومفيلڊ کان پوءِ ڪيترا عالم هن نظريي کي کڻي کڻن ۽ پولڙن تي تجربن ۾ لڳي ويا. انهيءَ نظرئي جو روشن ستارو وجي ٿيو سڪنر جو ڪتاب وربل بهيوبور ؛ (B.F. Skinner *Verbal Behavior*) جيڪو 1957ع ۾ ڇپيو. انهيءَ وچ ۾ ڪيترا بهيويرسٽ (سلوڪ جي نظرئي کي مڃيندڙ) هڪ هڪ تي ميدان ڇڏي ويا، جو سندن تجربن مان ان نظرئي جي خلاف گهڻو مواد هٿ ايندو ويو. 1959ع ۾ نوم چامسڪي تمام زوردار نموني سان سڪنر جي انهيءَ نظرئي کي رد ڪيو. ان کان پوءِ مورر (Mowrer 1960) ۽ ٻين ماڻهن تجرباتي طرح انهيءَ نظرئي کي رد ڪيو. ڊنين جي لفظن ۾:





Behaviorism in the strict Watsonian formulation of it is all but dead. Many of his (Bloomfield's) Findings have been revised, some have been abandoned."
(Dinneen. 1966, p 20)

1933 کان 1979ع تائين، گهٽا نه ته به ڇائيتاليهه سال گذري ويا. انهيءَ وچ ۾ اڳئين زماني جي ڇڪ ڇڪ ڪري هلندڙ ريل گاڏيءَ تي چڙهڻ وارن جا پويان سپر سانڪ جهازن تي سواري ڪرڻ جا عادي ٿي ويا ۽ چنڊ تان گهمي ڦري اچڻ کان پوءِ هاڻي مريخ تي جايون مسواڙ تي وٺڻ جي فڪر ۾ لڳي ويا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ جيڪڏهن ڪو لسانيات جو ماهر ماڻهن کي اهو ميرائڻ جي ڪوشش ۾ لڳو پيو هجي ته لسانيات جي علم ۾ بلومفيلڊ جي لئنگوج کان پوءِ دنيا هڪڙي هنڌ بيهي رهي آهي ۽ پڙهندڙ کوهه جي تري ۾ پيا آهن ته اها ڏاڍائي ٿيندي

## (ب) ٻوليءَ جي هڪ "پراڻي" وصف تي ڪي اعتراض:

سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافيءَ جي پهرئين باب جي پهرئين پئراگراف ۾ اول ٻوليءَ جي هڪ وصف ڏني وئي آهي: "ڪنهن به سماجي گروهه ۾ هڪ ٻئي سان تعاون لاءِ انسان ذات جي وات مان نڪتل آوازن جي سرشتي کي ٻولي سڏجي ٿو."

اڳتي هلي چون ٿا: "لسانيات جي جڳ مشهور آمريڪي ماهرن بلاخ ۽ ٽرئگر (Bloch and Trager) جي ڏنل وصف به متينءَ وصف سان ٺهڪي ٿي اچي." ۽ واقعي آمريڪي ماهرن ٺهڪائڻ سان انصاف ڪيو آهي. لکيو اٿن:

"Language is a system of arbitrary vocal symbols by means of which a social group cooperates."

ان کان پوءِ الانا صاحب "سنڌي ڪتابن ۾ ڏنل" ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي ان وصف جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن ۾ چيو ويو ته "زبان خيالن جي اظهار جو وسيلو آهي."

"سنڌي ڪتابن ۾ ذنل" ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي هن وصف کي ڊاڪٽر الانا صاحب بيٺي پير رد ڪيو آهي، انهيءَ ڪري جو اها وصف "بلڪل پراڻي آهي، جنهن کي جديد لسانيات جا شاگرد ۽ ماهر قبول ڪرڻ لاءِ هرگز تيار نہ آهن."

ٿي سگهي ٿو تہ هيءَ وصف واقعي رد ڪرڻ جهڙي هجي، پر جڳائي تہ جڏهن ڪنهن علمي ڳالهہ کي رد ڪجي تہ "جديد لسانيات" جي علم کان اڻواقف پڙهندڙن کي ايترو تہ ٻڌائجي تہ "جديد لسانيات" جي ڪهڙن اصولن، قاعدن ۽ قانونن مطابق اهڙي وصف کي چورد ڪيو پيو وڃي.

## (ج) الانا صاحب جي آچيل وصف جو جائزو:

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري رد ٿيل وصف ۽ نئين آچيل وصف، ٻنهي ۾ ڪيترائي فرق آهن، جن مان ڪن کي هتي واضح ڪيو ويندو:

ڊاڪٽر الانا صاحب صوتيات جي علم جي گهُرجن آهر، صوتيات جي ماهر جي حيثيت سان ٻوليءَ جي وصف ڪئي آهي ڊاڪٽر گربخشاڻي صوتيات جو ماهر ڪونہ هو. نڪي هو اڄڪلهہ جي مفهوم واري "لسانيات" جو ماهر هو. ان ڪري سندس وصف ادبيات جي شاگرد جي حيثيت سان ٿيل آهي. هيٺيان پنج فرق قابل غور آهن:

1. الانا صاحب جي وصف ۾ اشارن سان يا لکت ۾ ڪنهن ڳالهہ چوڻ بدران رڳو آوازن ۾ مفهوم ادا ڪرڻ جو ذڪر آهي: گربخشاڻيءَ اهو فرق ڪرڻ ضروري نہ سمجهيو.
2. الانا صاحب جي وصف ۾ جانورن يا مشين جي آوازن جي مقابلي ۾ انسان ذات جي آوازن جي ڳالهہ آهي: گربخشاڻي انهيءَ پهلوءَ کي بہ ويچار هيٺ نہ آندو آهي.
3. الانا صاحب جي وصف ۾ جسم جي ڪنهن ٻئي عضوي مان نڪرندڙ آوازن جي مقابلي ۾ وات مان نڪتل آوازن جو ذڪر آهي: گربخشاڻي صاحب انهيءَ فرق کي بہ نظرانداز ڪيو آهي.





4. الانا صاحب جي وصف ۾ سماجي گروهن جو ذڪر آهي، ڊاڪٽر گربخشاڻي واري وصف ۾ انهن وصفن کي مشخص نہ ڪيو ويو آهي.
5. الانا صاحب ٻوليءَ جو ڪارج هڪ ٻئي سان تعاون ڄاڻايو آهي؛ گربخشاڻيءَ ٻوليءَ جو ڪارج خيالن جو اظهار ڄاڻايو آهي.

I. ڊاڪٽر گربخشاڻي "لکيل ٻولي" ۽ "ڳالهايل ٻوليءَ" جي چڪر ۾ ڪونهي پيو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارن ڏينهن ۾ يورپ وارا ماڻهو اڻ لکيل لفظ، جملي، يا ٻول کي "ٻولي" ڪري مڃيندائي ڪونہ هئا. فصاحت، بلاغت، علم ۽ لياقت، صحيح ۽ غلط سيني ڳالهين جو معيار "لکيل لفظ" هو. انهيءَ ڪٽرپڻي تي وري جو ٻين سياڻن کي ڪاوڙ آئي، تن چيو تہ ٻولي تہ آهي ئي اها جيڪا ماڻهو ڳالهائي؛ لکيل ٻولي تہ "ٻولي" ئي ڪانهي. دراصل سماجي لسانيات وارن جي تحقيق جي لاءِ جيڪڏهن ڪا مناسب ٻولي هئي تہ اها ڳالهايل ٻولي هئي. لکيل ٻوليءَ سان هنن ڪوبہ واسطو نٿي رکڻ چاهيو. ٻئي طرف اشارن سان ڳالهہ ڪرڻ ۽ جسماني حرڪتن سان ڪو مفهوم ادا ڪرڻ ڪنهن وقت لسانيات ۽ علم ابلاغ جي حدن کان ٻاهر هئا. اڄڪلهہ جسماني ٻولي (باڊي لئنگوج، ميٽا لئنگوج، پيرا لئنگوج) وغيره جا مطالعا نفسيات، لسانيات ۽ علم ابلاغ جي حدن اندر اچي ويا آهن. ان ڪري "ٻولي" جي ڳالهہ ڪندي لکندڙ لاءِ ضروري ٿي پيو آهي تہ ٻڌائي تہ "ٻولي" مان سندس مراد ڪهڙي آهي.

2. ڪي لسانيات وارا وري ٻئي پاسي جانورن جي آوازن ۽ حرڪتن تي تحقيق ڪرڻ بہ ضروري سمجهن ٿا تہ جيئن معلوم ٿئي تہ اسان جي ٻولي ٻين جانورن جي "ٻولي" يا ابلاغ جي وسيلن کان ڪيتري قدر آراڙي آهي. سنڌريوان، هاڪيٽ وغيره هن ڏس ۾ گهڻي مٿاڪٽ ڪئي. انهيءَ تان ڪن شوقينن کي جو شوق جاڳيو تہ يونيورسٽين جي گرانٽن سان پولڙن (چمپينزي) کي انساني ٻوليون سيکارڻ لڳا. سنڌن ڳالهائڻ جا عضوا تہ ڏٺيءَ اهڙا ڏاهيا ئي ڪونهن جو انساني اُچار ڪيئي سگهن. ان هوندي بہ 1940ع واري ڏهاڪي ۾ ڪيٿ ۽ ڪيٿي

هيز (Hayes) وڪي نالي هڪ چمپنزي پالي هئي جيڪا ڪجهه ڏڪيائي کان پوءِ "ماما"، "بابا" ۽ "ڪپ" جهڙا لفظ اُچاري سگهي ٿي، پر اهو تجربو ايڏو ڪامياب ڪونه ٿيو ان ڪري سائنسدانن وري ان ڳالهه تي زور ڏنو ته جانورن کي "اڻ ڳالهايل ٻولي" سيکاري وڃي. نيواڊا يونيورسٽيءَ جي ايلن گارڊنر ۽ ان جي زال بيٽيئٽرس "واشو" نالي هڪڙي پولڙي هٿ ڪئي. ان کي آمريڪا ۾ استعمال ٿيندڙ گونگن، ٻوڙن جي اشاراتي ٻولي (امئريڪن سائن لئنگوج) جا 1969ع تائين ٽيهه اشارا سيکاريا هئائون. 1966ع کان يونيورسٽي آو ڪيلفورنيا ۾ اين جيمز پريمئڪ (Premack) ۽ ان جي مڙس ڊيوڊ، ساره نالي هڪ چمپنزي کي مختلف رنگن ۽ شڪلين جي پلاسٽڪ جي ٽڪرن سان لکڻ ۽ پڙهڻ سيکاري رهيا هئا. 1972ع تائين انهيءَ مائيءَ 120 لفظ سکيا هئا، جن سان بيانيا جملا، سواليه جملا (ها – نه وارا توڙي اطلاعي وغيره) "جيڪڏهن...... ته" (If... then) وارا جملا ناهي سگهي ٿي.

اموري (Emory) يونيورسٽي، ۾ لانا (Lana) نالي هڪ ٻي چمپنزي ڪمپيوٽر رستي لکڻ پڙهڻ سکي رهي هئي. هن مائيءَ 1974ع تائين پنجهتر کان وڌيڪ الفاظ سکيا هئا ۽ "پليز مشين، گو جُوس، پيريڊ" (مهربان مشين رَس ڏي پڙي يعني جملو پورو ٿيو)، جهڙا حڪم مشين کي ڏئي سگهندي هُئي.

هن سڄي مثاڪٽ جو علمي پهلو اهو آهي ته هڪڙي پاسي انساني ٻار ۽ چمپنزي جي حصول زبان جي هڪ جهڙائين تي ڪم پئي هليو ۽ ٻئي پاسي ڪمپيوٽر کان سوال جواب ڪرڻ واري نظام کي به "ٻولي" پئي سڏيائون. جڏهن ته لسانيات وارن جا هڪڙا پائر اهڙن خفن ۾ لڳا پيا آهن ۽ اهڙن جانورن جي انهن اشارن ۽ حرڪتن کي به "ٻولي" ڪونيو ان تي تحقيق ڪرڻ ۾ لڳا پيا آهن ته ٻين لسانيات وارن لاءِ اهو ضروري ٿي پيو آهي ته هو پنهنجي تحقيق جي ميدان کي وڌيڪ واضح ڪرڻ لاءِ چون ته سندن تحقيق واري "ٻولي" جانورن جي ٻولي يا مشين جي ٻولي نه پر "انساني ڳالهايل ٻولي" آهي.





3. وات مان نڪرندڙ آوازن کي هن وصف ۾ مشخص ڪيو ويو آهي ته جيئن جسم جي ٻين حصن مان نڪرندڙ آوازن يا جسم جي ٻين حصن مان ڪيل اشارن، ڪناين کي هن وصف کان ٻاهر ليکي سگهجي. هن تشخص جي ضرورت به انهيءَ ڪري پئي جو اهڙيءَ طرح حرڪاتي ٻولي (چُر– پر واري ٻولي، اشاراتي ٻولي (سائن sign لئنگوج) ۽ لکيل ٻوليءَ کي انهيءَ تحقيق جي دائري کان الڳ ڪيو وڃي. ويهڻ جي جاءِ تان نڪتل آواز کي شعوري طرح ابلاغ جو ڪوبه مقصد ڪونهي، پر اهڙي ساڳي آواز جو نقل جيڪو وات سان ڪجي اهو ڪنهن کي چيڙائڻ، للڪارڻ، هو ڪارڻ يا گار ڏيڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿو.

هن تفصيل مان اها ڳالهه پڌري ٿي ته اڄڪلهه جو لسانيات جو ماهر مجبور آهي ته ويجهڙائپ وارن علمي تنظيمن وٽان سندس ڪم ۾ جنهن مداخلت جو امڪان آهي ان کان بچڻ لاءِ پنهنجي علمي تنظيم کي جيترو ٿي سگهي مشخص ۽ محدود ڪري. انهيءَ لحاظ کان ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڊاڪٽر الانا مان هر هڪ پنهنجي پنهنجي ضرورتن ۽ مجبورين جي لحاظ کان ٻوليءَ جي وصف ڪئي آهي. الانا صاحب جي مٿي ڄاڻايل وصف مٿي ڏنل معيارن جي لحاظ کان صوتيات جي شاگرد ۽ ماهر جي حيثيت سان ڪئي وئي آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي، ان جي اُبتڙ صوتيات جو ماهر ڪونه هو ۽ ان ڊاڪٽر الانا صاحب ۽ بلاخ ۽ ٽرئگر جي ضرورتن يا مجبورين کي خيال ۾ ڪونهي رکيو.

ٻئي پاسي ڊاڪٽر الانا صاحب بلومفليڊ جي ڪتاب تان ورتل ٻوليءَ جي ٻي وصف ڄاڻائي آهي ته "هر ڪا قوم زبان جي عمل سان ئي ٻنجي ٿي." اها عجب جهڙي ڳالهه آهي جو جن لسانيات جي ماهرن ٻوليءَ کي خيالن جي اظهار جو وسيلو ڪري مڃڻ ۾ عار ٿي محسوس ڪيو سي وري ڪنهن ٻئي معيار مطابق زبان کي قومن جي بناوٽ جو عمل مڃڻ لاءِ تيار ٿي رهيا آهن!

**آچيل تعريف تي تنقيد:**

هاڻي اچو ته ڏسون ته مٿي آچيل وصف پنهنجي لفظن جو بار ڪيتري قدر سهي سگهي ٿي. وات کان سواءِ قلم مان نڪتل الفاظ به ٻوليءَ ۾ اچي وڃن ٿا. ڪيترا وات مان نڪرندڙ آواز آهن، جيڪي ٻوليءَ جو حصو نٿا مڃيا وڃن. پر ڊاڪٽر صاحب (ع بلاخ ۽ ٽرئگر) چون ٿا ته اهو سيڪجهه ٿو ٿئي "هڪ ٻئي سان تعاون لاءِ" برابر جڏهن ڪو چپر ڪٽڻو هوندو ته "تعاون" لاءِ ڳالهائبو. پئسي جي ڏيتي ليتي ڪرڻ وقت تعاون لاءِ ڳالهائبو. پر جي ڪنهن جي گهر تي اچي ڌاڙو هڻجي، ڪنهن جي جهوپڙي اچي ڊهرائجي، يا ڳاهه جي پريءَ تان، پاڻيءَ جي واري تان، يا ٻوليءَ جي وصف تان، جيڪڏهن هڪ ٻئي کي ويهي اولاڻا ڏجن، تکو تکڙو ڳالهائجي، پوليس ۾ وڃجي، ڪورٽ جو در کڙڪائي فرياد ڪجي ته اهي سڀ ڪارروايون "هڪ ٻئي سان تعاون" لاءِ نه ڪيون وينديون، پر "تعاون" جي ابتڙ، ڪنهن غير تعاوني ڪم لاءِ.

اهوئي سبب آهي جو بلاخ ۽ ٽرئگر (1942) کان پوءِ جڏهن ستراٽيون "لسانياتي علم جو تعارف" (1947ع) ۾ لکيو ته هن ڇا ڪيو جو "تعاون" (ڪوآپريٽ) کان پوءِ "هڪ ٻئي سان لهه وچڙ ۾ اچڻ" جي معنيٰ وارو لفظ (انٽرائڪٽ) وڌائي ڇڏيائين، ۽ بلاخ ۽ ٽرئگر واري "هڪ سماجي گروهه" (a social group) جي فقري کي بدلائي "هڪ سماجي گروهه جا ڀاتي" (members of a social group) ڪري ڇڏيائين. سندس پوري وصف، جنهن جي هر هڪ لفظ تي ويهي بحث ڪيو اٿس، هيئن آهي:

> "A language is a system of arbitrary vocal symbols by which members of a social group cooperate and interact."

> "ٻولي پاڻ وهيڻن (پوءِ رٿيل) وات مان نڪتل علامتن جو هڪ نظام آهي، جنهن سان هڪ سماجي گروهه جا ڀاتي هڪ ٻئي سان سهڪار (تعاون) ڪن ٿا ۽ لهه وچڙ ۾ اچن ٿا يعني ڏيتي ليتي يا ڏي وٺ ڪن ٿا".





پر جيئن سيڪو پڙهندڙ ڏسي سگهي ٿو سهڪار، تعاون لهه وچڙ، ڏي وٺ (ڪوآپريٽ توڙي انٽرائڪٽ) ڳالهه کي ڳاٽي مان نٿا ولن. غور سان ڏسبو ته ڪانه ڪا گهٽتائي وري به نظر ايندي. مثال طور 1977ع ۾ بروس پيئرسن جڏهن "لسانياتي تصورن جو تعارف" جهڙي نالي سان تعارفي يا ابتدائي ڪتاب لکيو ۽ ڏيکاريائين ته ڪيئن ٻوليءَ جي وصف پنهنجي ضرورت مطابق ڪري سگهجي ٿي ته جيئن لاڳاپي نه رکندڙ ڳالهين ڏانهن ڌيان نه وڃي ۽ وري ڪا اهم لاڳاپو رکندڙ ڳالهه بحث مان رهجي به نه وڃي، ان هڪ وچٽري وصف آچي، ۽ ان وصف جي هر هڪ لفظ تي بحث به ڪيائين. هو لکي ٿو:

> "Language is a system of human communication based on speech sounds used as arbitrary symbols."

هن وصف ۾ تعاون ۽ لهه وچڙ بدران، "انساني ابلاغ جو نظام" اچي ويو ۽ "وات مان نڪتل آوازن" جي بدران "جنهن جو دارومدار ڳالهائڻ جي آوازن تي آهي." جهڙي ڳالهه ٿي، يعني توڙي لکيل هجي، پر ان جو دارومدار "ڳالهائڻ جي آوازن" تي هجي.

پر ظاهر آهي ته اها وصف به رهڻ لاءِ ڪانه آئي آهي. هڪڙيون وصفون پيون وينديون، ٻيون پيون اينديون. پر ٻوليون هلنديون رهنديون. انهيءَ ڪري جيتوڻيڪ آچيل ڪنهن به وصف مان وڌ ڪيڏي سگهجي ٿي، پر ڪابه وصف اهڙي ڪانه ڏئي سگهبي جا هر قسم جا ماڻهو سدائين مڃيندا رهن.

**(د) ٻوليءَ جي وصف ڪهڙن لسانيات جي ماهرن ڪيئن ڪئي آهي؟**

هر ڪنهن قسم جي لسانيات جي ماهر ٻوليءَ جي وصف پنهنجي مڪتبهٔ فڪر جي نقطهٔ نظر ۽ پنهنجي ڪم جي نوعيت جي لحاظ سان ڪئي آهي. جيئن رليم لابوف چئي ٿو "عام طرح هڪ مصنف ٻوليءَ جي جهڙيءَ طرح وصف ڪندو ان مان اهو اندازو لڳائي سگهبو ته هو ٻوليءَ جي ڦرڻن (variables) ۽ عوامل کي ڪيتري اهميت ڏئي ٿو."

ٻوليءَ جي ڪاٻه وصف يا تہ فرد جي نقطئہ نظر کان ٿيندي يا سماج جي. ٻوليءَ کي ادراڪي (Cognitive) حقيقتن کان آگاهي رسائڻ جو ذريعو سمجهڻ وارا لسانيات جا ماهر فرد تي گهڻو زور ڏين ٿا. ۽ ٻوليءَ جي وجداني ۽ احساساتي (Phatic and affective) استعمالن کي اهميت ڏيڻ وارا لسانيات جا ماهر ٻوليءَ جي سماجي حيثيت کي وڌيڪ اهميت ڏين ٿا. هنن ٻن مڪتبه فڪرن جا ماهر اڻويهين صديءَ جي آخر کان وٺي پنهنجي پنهنجي انداز ۾ ڪم ڪندا اچن. "ادراڪي لهہ وچڙ" (cognitive communication) يا واقعاتي لهہ وچڙ (Referential communication) جي اڳواڻن مان هر مان پال جو نالو وٺي سگهجي ٿو. جيڪو ٻوليءَ جي تفاوتن کي انهيءَ ڪري اهميت ڪونہ ٿو ڏئي جو هڪ پنگتيءَ جي ٻولي، سندس آڏو فردن جي چڱيءَ طرح نهيل ٻوليءَ جي هڪ عام ملاوٽ آهي. "جيڪڏهن اسين انهيءَ ناقابل انڪار حقيقت کان ڳالهہ شروع ڪريون تہ هر فرد کي پنهنجي ٻولي آهي ۽ هر اهڙيءَ ٻوليءَ کي پنهنجي تاريخ آهي، تہ تفاوتن جو اُسرڻ بلڪل هڪ معمولي ڳالهہ لڳندي"

پال جي آڏو ٻوليءَ جو مکيہ ڪارج "خيالن جي گروهن" کي ترتيب ڏيڻ هو. ۽ اهي خيالن جا گروهہ، سندس خيالن مطابق، ڇڙي ڇڙي وٽ پنهنجي انداز ۾ وڌندا ويجهندا. (paul:1889,p.6,23) "هرمان پال" جي انگريز پوئلڳ "هينري سويٽ" انهن خيالن کي پڙهيو ۽ انهن جي پٺڀرائي ڪيائين. سويٽ چتاءُ ٿو ڏئي تہ "ٻوليءَ جي ڦرڻ جا سڀ اصول ٻوليءَ جي مکيہ ڪارج "خيالن جي اظهار جا تابع آهن." (هي تقريباً اهڙائي ٻول آهن جيڪي، ڏٺي مرهيس، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ استعمال ڪري لسانيات جي ماهرن کي چيڙائي وڌو هو). سويٽ جا ٻول هيئن آهن:

"….. All general principles of change are subordinate to the main function of language …. the expression of ideas."
(Sweet, 1900, p.34)





انهيءَ ڪري اسان کي اچرج ڪونہ ٿو لڳي. جڏهن ڏسون ٿا تہ سويٽ ٻوليءَ جي وصف سماجي حوالي کان سواءِ ڪري ٿو تہ ٻولي "ڳالهائڻ جي آوازن ذريعي خيالن جو اظهار آهي." ٻئي هنڌ ڇاڻايل سندس لفظن مطابق ٻولي آهي:

"The expression of thought by means of speech sounds." (P–i)

ڊاڪٽر الانا صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي جيڪا وصف پراڻي ۽ ناقابل قبول قرار ڏني، سا هن مڪتب فڪر جي ماهرن جي وصف سان ملي ٿي. جيتوڻيڪ اهو ثابت ناهي ۽ نڪي ضروري آهي تہ ڊاڪٽر گربخشاڻي انهن ماڻهن جي نقطئه نظر کان واقف هجي، ۽ ائين بہ ناهي تہ انهي خيال جا ماڻهو پال ۽ سويٽ کان پوءِ ختم ٿي ويا. هنن کان پوءِ خود بلومفيلڊ ۽ هاڪيٽ، جن جا حوالا "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي" ۾ وري وري ڏنل آهن. ۽ انهن کان پوءِ مارٽيني ۽ ڪرائلووگز ۽ اڄڪلهہ جي لسانياتي انقلاب جا مک اڳواڻ چامسڪي ۽ هال بہ انهي ئي فڪر جا آهن. اهي سڀ عالم ٻوليءَ جو اڀياس سماجي حوالي کان سواءِ ڪرڻ چاهين ٿا. هي اُهي لسانيات جا ڄاڻو آهن، جن جا پوئٽير اڄڪلهہ (Descriptive linguistics) توضيحي لسانيات جي ڪم جي اڳواڻي ڪري رهيا آهن. هنن سڀني ماهرن جو خيال آهي تہ ٻوليءَ جي تبديل ۽ تفريق جي لاءِ ڪين ٻوليءَجي اندروني (داخلي) پهلوءَ جي توضيح تائين محدود رهڻ کپي. مارٽني چوي ٿو تہ: "ٻوليءَ جي تفريق يا تبديل جو مطالعو ڪندي لسانيات جي ماهر کي ڪو حق ڪونہ ٿو پهچي تہ هو ٻاهرين عوامل جو ذڪر ڪري ٻاهرين اثرن جا رڳو لساني نتيجا ئي آهن جن تي لسانيات جو ڄاڻو تحقيق ڪرڻ جو حق رکي ٿو. لسانيات جي ماهر جي حيثيت سان ڪيس سماجي عوامل جي مطالعي کان انڪار ڪرڻ کپي." (Martinet: 1964. p52)

ڪرائلووگز وري انهي کان بہ ٻہ هٿ مٿي سخت ڪٽر نقطئہ نظر رکي ٿو. هو چوي ٿو تہ: "جيڪڏهن اسين ٻوليءَ جي مطالعي جي سلسلي ۾ ٻوليءَ کي ڇڏي ٻين ٻاهرين عوامل جي مطالعي ۾ لڳي وياسين

تہ لسانيات جي تحقيق جي صحيح حدبندي ختم ٿي ويندي“ سندس خيال مطابق ”ائين ٿو معلوم ٿئي تہ لسانياتي توضيح جو ميدان، صحيح لغوي معنيٰ مطابق، زير غور تفريق يا تبديل جي لسانياتي پهلوءَ تائين محدود هئڻ کپي...“ (Kurylowicz 1964.p.1)

ڪرائلووگز لسانيات جي ضابطي کي مڙني غير لساني ملاوٽن کان پاڪ رکڻ ٿو چاهي، ان ڪري هو محاورائي جاگرافي، صوتيات، نفسيات، ۽ سماجي علم اللسان جي استعمال کي ٻوليءَ جي تعميرنو جي تاريخ لاءِ اڻڪارائتو سمجهي ٿو ۽ انهن جي استعمال کي ننڌي ٿو. (p.30)

اظهار جي هن ادراڪي مڪتب فڪر کان سواءِ، جنهن کي لابوف غير – سماجي (asocial) ڪوٺي ٿو ٻيو جيڪو مڪتب فڪر متوازي ڪم ڪندو رهيو آهي سو آهي وجداني ۽ احساساتي مڪتب فڪر جنهن کي لابوف سماجي گروهہ (Social) چوي ٿو هن مڪتبہ فڪر وارن جو خيال آهي تہ ٻوليءَ جو مکيہ ڪارج ”اظهار“ آهي پر سماجي معنيٰ ۾ جيئن وٽني چيو: ”ماڻهو انهي ڪري ڪونہ ٿو ڳالهائي تہ سوچي، پر انهي ڪري (ڳالهائي ٿو) تہ پنهنجي سوچ کي ٻين تائين رسائي. سندس سماجي گهرجون ۽ سندس سماجي لاڙا ڪيس اظهار تي مجبور ڪن ٿا.“ (Whitney, 1901P–401)

وٽنيءَ جي پوئلڳن جي فهرست تي نظر وجهبي تہ انهيءَ خيال جي پوئواري ڪرڻ وارا بہ وڏا وڏا لسانيات جا ماهر ملندا، شوخارت، ميلي، وين ڊريس، ييسپرسن ۽ سٽرٽيوان وغيره هن مڪتب فڪر جا پوئلڳ آهن.

ميلي چئي ٿو تہ: ”ٻوليءَ جي تفريق جي مطالعي لاءِ جنهن ڦرڻي (Variable) کي اسين اهم ڪري وٺنداسين، سو آهي ”سماجي تفريق“ جو ڦرڻو. سيئي لسانياتي آراڌايون هن ڦرڻي جو نتيجو آهن.“ (Meillet: 1921, p.16, 17)

ييسپرسن چئي ٿو تہ: ”هڪ قوم جي ٻولي عادتن جي هڪ تنظيم آهي، جنهن جي ذريعي ان قوم جا فرد هڪ ٻئي سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ جا عادي ٿي ٿا وڃن.“ (Jespersen 1946, p.21).





هن زماني جو مشهور امريڪي سماجي لسانيات جو ماهر ”وليم لابوف“ (Labov) ٻوليءَ جي تعريف هيئن ٿو ڪري: ”ٻولي سماجي ورتاءَ جي هڪ صورت آهي“ “Language is a form of social behavior.” (Labov: 1972, p.260)

ساڳيو لابوف ٻئي هنڌ ٻوليءَ بابت هيئن ٿو چئي: ”اسين گروهہ الف وارن ٻين لسانياتي ماهرن وانگر، ٻوليءَ جي وصف هيئن ٿا ڪريون تہ ٻولي هڪ وسيلو آهي، جيڪو هڪ پنگتيءَ جا ميمبر هڪ ٻئي سان ڪم ونيڪيٽ ڪرڻ، ڳالهائڻ، حال احوال ڏيڻ وٺڻ، لهہ وچڙ ۾ اچڻ ۽ ابلاغ لاءِ استعمال ڪن ٿا.“ سندس لفظن موجب:

> “We define language, along with other Group A linguists, as an instrument used by members of the community to communicate with one another.”

(ت) گروهہ الف (سماجي) ۽ گروهہ ب (غير سماجي) لسانياتي ماهرن جي سوچ ويچار جي فرقن کي مختصر طور لابوف هيئن ورهايو آهي. (Labov: 1972, p.269)

## (هہ) گروهہ الف (سماجي) ۽ گروپ (غير سماجي) لسانياتي ماهرن جي سوچ ويچار جو فرق

گروهہ الف (سماجي گروهہ) وارا:

1. زبان جي تبديلين جي مطالعي لاءِ سماجي عوامل کي وڏيڪ اهم سمجهن ٿا.
2. زبان جي ڪارجن سان اظهاري ۽ هدايتي (Expressive and Directive) ڪارجن کي واقعاتي اطلاع ڪارج (Referential Information) سان مليل سمجهن ٿا.
3. زبان جي ڦيرين جو مطالعو اندن جي واقع ٿيندي (Change in Progress) ڪرڻ چاهين ٿا، ۽ ايندڙ تبديلين کي محاورائي نقشن ۾ منعڪس ٿيندي ڏسڻ چاهين ٿا.

4. لسانياتي تنوع يا آراڪائي (diversity) کي اهم سمجهن ٿا. ٻولين جو رابطي جي لحاظ کان مطالعو ڪن ٿا ۽ لسانياتي ترقي جي لاءِ لهرين واري ماڊل (wave model) کي مڃين ٿا.

**گروهه ب (غير سماجي گروهه) وارا:**

1. زبان جي تبديلين کي سمجهڻ لاءِ اندروني عوامل (ساختي يا ترڪيبي) کي وڌيڪ اهم سمجهن ٿا.
2. جذباتي (Affective) يا سماجي ڏي وٺ کي "خيالن جي ڏي وٺ" کان الڳ سمجهن ٿا.
3. ويساهه رکن ٿا ته صوتي ڦير (Sound change) کي واقع ٿيندي (in progress) اڀياس هيٺ نٿو آڻي سگهجي ۽ پنگتي مطالعا ۽ محاورائي نقشا محاورن جي قبوليت جي نتيجن کان وڌيڪ ٻيو ڪجهه نٿا ٻڌائين.
4. لسانياتي ترقيءَ جي مطالعي لاءِ هڪ جهڙي يا هڪ ٻولپائي پنگتي هٿ ڪرڻ پسند ڪن ٿا، ۽ لسانياتي ترقيءَ جي وڻ واري (Staumbaum) ماڊل تي ڪم ڪرڻ پسند ڪن ٿا.

**(و) ويبسٽر جي ڊڪشنريءَ (1976) ۾ ٻوليءَ جي وصف:**

ٻوليءَ جي وصف واري نقطي کي وڌيڪ چٽي ڪرڻ لاءِ ويبسٽر جي 1976ع واريءَ ڊڪشنريءَ ۾ ڏسون ته انهيءَ ۾ ڪيئن گهڻن عملن جي ضرورتن جو لحاظ رکيو ويو آهي ۽ ان ۾ ڪهڙيءَ طرح نه رڳو الانا صاحب جي وصف سان ٺهڪي ايندڙ وصفون به ڏنل آهن. پر گربخشاڻيءَ ۽ بلومفيلڊ کان وٺندي اڄڪلهه جي ڪمپيوٽر جي ٻوليءَ لکڻ وارن جي نقطهءِ نظر تان به اڪ — تار نه ڪئي وئي آهي. وري جي علمي ڪٽرپڻي جي خلاف دليل کپندو هجي ته انهيءَ ويبسٽر وارن جي 1951ع واري ايڊيشن مان "لئنگوج" جي داخلا کي پيٽي ڏسبو ته اُپ ۽ ڏرتيءَ جو فرق نظر ايندو جو هن وصفن مان ورلي ڪا وصف اڳين ايڊيشن ۾ نظر ايندي، وري جي پانيو ٿا ته علم جو چيهه هٿ اچي ٿيو ته وري 2004ع ۾ ان کان پوءِ جي ڪنهن ايڊيشن سان هن وصف کي





ڀيٽي ڏسجو ڏسندؤ ته ان وقت تائين اجوڪيون مڙئي وصفون ڪٿجي يا رد ٿي ويون هونديون، وري وچان ئي ڪي ٻيون وصفون ميدان ۾ اچي ويون هونديون. جيڪي اڄڪلهه لسانيات ۽ ٻين متعلقه علمن جي ميدانن ۾ هلندڙ بحثن، تڪرارن ۽ تحقيقن جي برتري، تي ٻڌل هونديون. ويبسٽر 1976ع ۾ لئنگوج (Language) جي سري هيٺ هي وصفون ڏنل هيون.

1. الف. [ڪي] ٻول، انهن جو اُچار ۽ ڪين جوڙڻ جو طريقو (جيڪو هڪ گچ جيتري پنگتيءَ ۾ استعمال ٿئي ۽ سمڏو (سمجهو) وڃي.
1. ب. (1) ٻڌڻ ۾ ايندڙ اُچاريل، با معنيٰ آواز جيڪو ڳالهائڻ جي عضون مان پيدا ٿئي.
1. ب (2) خيالن يا احساسن جي ابلاغ جو هڪ منظم ذريعو [ اهڙن] جاتل سڃاتل نشانن، آوازن، اشارن ۽ اهڃاڻن ذريعي جن جي معنيٰ اڳواٽ رٿيل ۽ سمڏل (سمجهيل) هجي.
1. ب (3) لاڳاپي رکندڙ خيالن يا احساسن ڏانهن ڪن شين، علمن يا حالتن جو اشارو جيئن جسم جي ٻولي (باڊي لئنگوج).
1. ب (4) [اهي مختلف] ذريعا جن سان ساهوارا هڪ ٻئي سان ڪميونڪيٽ ڪن (لهه وچڙ ۾ اچن، ڏي – وٺ ڪن، ابلاغ ڪن).
1. ب (5) نشانين ۽ علامتن جو هڪ رسمي نظام جيئن هڪ منطقي حسابي نظام [ڪيلڪيولس] يا ڪمپيوٽر Fortran جن ۾ اهي قاعدا ۽ قانون به شامل هجن. جن سان قابل قبول اظهاري ٻول (expressions) ٺاهي ۽ ڦيرائي سگهجن.
1. ب (6) مشيني ٻولي [ڪمپيوٽر کي استعمال ۾ آڻڻ جي لاءِ ڪتب ايندڙ ٻولي.....]" وغيره.

# پاڱو ٻيون

## ٻوليءَ جي آراڏاين جي مطالعي جي تاريخ جو مختصر جائزو

- تشابهتي ۽ تاريخي لسانيات کان لسانياتي جاگرافيءَ تائين:
- دانتي. پالاس. جونز. ڪراس. شليگل. شليخر. شمت. نيوگريميرينز.
- لسانياتي جاگرافيءَ جو پهريون دؤر جرمني، انگلنڊ، فرانس. هند– پاڪ وارو ننڍو کنڊ
- لسانياتي جاگرافيءَ جو ٻيو دؤر:
  اٽلي. فرانس (ٻيهر). امريڪا. اسڪاٽلنڊ. انگلنڊ (ٻيهر).
- لسانياتي جاگرافيءَ کان سماجي لسانيات تائين:
- سماجي لسانيات کان محاورن جي اڀياس تائين:
  - اقليتي گروهن جا محاورا
  - پڄن ٻولين ۽ ڪريولون
  - معياري انگريزيءَ جي آراڏاين جا ماڊل:
  - گريگري ڪورڪ ۽ پيا. ستريوينز





بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ
وَمِنۡ اٰيٰتِهٖ خَلۡقُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ
وَاخۡتِلَافُ اَلۡسِنَتِكُمۡ وَاَلۡوَانِكُمۡ
اِنَّ فِىۡ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّلۡعٰلِمِيۡنَ (الروم آيت 22: 30)

۽ سندس نشانين مان آهي آسمانن ۽ زمينن جو بڻجڻ ۽ آراڏو (مختلف) هئڻ اوهان جي ٻولين جو ۽ اوهان جي رنگن جو بيشڪ (انهن چئن ڳالهين) ۾ نشانيون آهن، عالمن (ڄاڻندڙ علم وارن، سائنسدانن) لاءِ.

---------------****---------------

”۽ مَنجهَا مُعجَزن خدا جي
جِنيءَ خَلِقيا ۽ اُڀ ۽ ڀون
۽ مُختلف خلقئا ۽ زبانون ۽ ٻوليون آهجيون ۽ رنگ آهجا
(جينيءَ ناهڪو آدمي مشابهہ ٻي آدمي ساڻ
سيڪو پاهجي صورت آهِ)
تحقيق اِنمَين پڻ معجزا آهين عالمن لاءِ“
(ترجمو: ميان آخوند عزيز الله متعلوي)

---------------****---------------

آسمانن ۽ زمينن جو بڻائڻ ۽ اوهان جي زبان ۽ شڪلين جو قسمين قسمين هجڻ سندس نشانين مان آهي، بيشڪ اُن ۾ ڄاڻندڙن لاءِ نشانيون آهن. (ترجمو: مولانا تاج محمد امروٽي)

---------------****---------------

۽ اُن جي اُهڃاڻن مان، قائم برقرار
جوڙڻ اُڀ، زمين جو نشاني نروار
۽ ٻهون اوهان جون ٻوليون، رنگ، رنگ ڏارو ڏار
پڌرا آهن پار اُن ۾ عاقلن لئي.
(ترجمو: مولوي احمد ملاح)

# باب ڇهون

## لسانياتي جاگرافيءَ جي اوسر جو هڪ مختصر تاريخي جائزو

جيتوڻيڪ ٻولين ۾ آراڏاين ۽ اختلافن (محاورن) هئڻ جي سُڌ قديم زماني جي يونانين، هندن ۽ ٻين قومن کي هئي ۽ ٻولين جي آراڏاين تي تشابهتي ۽ تاريخي نوعيت جو ڪم ٻارهين صديءَ کان ٿيڻ لڳو هو پر محاوراتي جاگرافيءَ جو نجو ڪم تشابهتي – تاريخي لسانيات جي ڪم مان اٺيهين صديءَ جي آخري سالن ۾ ڦٽي نڪتو هن صديءَ جي شروع ۾ اُسريو ۽ وڌي وڻ ٿيو صديءَ جي وچ ڌاري ٻين ٽارين کي اُساري سٽ واري ڍاڪي ۾ سماجي لسانيات جي سُڀنڊ سان آراڏاين جي انيڪ طريقن کي جنم ڏني، پاڻ گذريل وقت جي کاٽيءَ وانگي، رتائر ٿي وڃي رڳو ڪتابن جي زينت بنيو.

### (1) تشابهتي لسانيات کان محاوراتي جاگرافيءَ تائين

ٻارهين صديءَ ۾ آئسلينڊ جي ڪنهن گمنام ماڻهوءَ پهريون گرامر جو ڪتاب لکيو جنهن ۾ انگريزي ٻوليءَ ۽ آئسلينڊي ٻولين جي ڪيترين هڪجهڙاين کي پڌرو ڪيائين. ان کان پوءِ، پر پنهنجي ليکي، پنهنجي منهن، ان گمنام آئسلينڊيءَ جي ڪم کان بي خبر رهي، دانتي (1265ع کان 1325ع) جنهن کي يورپ جي سجاڳي (renaissance) جو پيغمبر ڪري ٿا ڪوٺين، اُن لکيل لاطيني ٻوليءَ کي ڇڏي، باقي عام ڳالهايل ٻولين جي اهميت تي لکيو. هن پنهنجي ڪتاب ۾، جنهن کي "عوامي ٻولي" جهڙي نالي (De vulgari eloquentia) سان ٿي





سڏيائين، انهن ڳالهايل ٻولين جي خصوصيتن کي گهڻو ساراهيو، جيڪي ان وقت عام ماڻهو ڳالهائيندا هئا، ۽ "جن کي سکڻ لاءِ ٻار کي ڪنهن اسڪول ۾ وڃي ڪا چاٽي ٻجهي ڪوشش ڪرڻي ڪانه ٿي پئي"، جنهن جي مقابلي ۾ لاطيني سکڻ لاءِ ٻار کي گرامر جا قاعدا ياد ڪرڻا ٿي پيا. هن ڪتاب جي هڪ مشهور ڀاڱي ۾ دانتي اپيل ڪئي ته اٽليءَ جي ڪنهن هڪڙيءَ ٻوليءَ کي ايترو فروغ ڏنو وڃي، جو اها اڳتي هلي اٽليءَ جي عام ٻولي ٿي سگهي. ان وقت تائين اتي سرڪاري طرح لک پڙهه واري ٻولي لاطيني، هتي جي سنسڪرت وانگر، وڃي رڳو ڪتابن ۾ رهي هئي.

دانتي پنهنجي هن ڪتاب ۾ محاورن جي آراڏائي شروع ٿيڻ (پيدائش) جو احوال ڏنو آهي، ۽ ڏيکاريو اٿس ته ڪيئن هڪڙي مکيه سرچشمي مان "وقت جي گذرڻ" ۽ "جاگرافيائي حدن ۾ پکڙجي وڃڻ" جي نتيجي ۾ ٻيون ٻوليون ٿيون. اهڙيءَ طرح يورپ جي ٻولين جا ٽي ڪٽنب ڄاڻايائين: جرمنيائي، لاطيني ۽ يوناني. لاطينيءَ جي ان وقت جي حدن ۾ ٽي مقامي ٻوليون سڃاتائين جيڪي ٽئي لاطينيءَ مان نڪتيون هيون. اهڙيءَ طرح مقامي ٻولين ۾ مروج لفظن ۽ اچارن کي لاطينيءَ سان ڀيٽي سندن هڪ ٻئي سان ماٽتاٽو لاڳاپو ڏيکاريائين.

### (الف) "اصل ٻولي" يا "ماءُ ٻوليءَ" جي ڳولها:

انهن عام مقامي ٻولين ۾ ٻه دانتي نه رڳو محاورن جي موجودگيءَ کان باخبر هو پر اٽليءَ جي انهن محاورن جو هڪ تمام جامع سروي ڪري انهن تي جمالياتي رائزني به ڪندو ويو آهي. سندس راءِ موجب بلڪل ڪامل محاورو ته ڪوبه ڪونه ٿي بيٺو پر سندس خيال مطابق تسڪي محاورو سيني کان وڌيڪ مڪمل هو. اهو ان خيال جي ابتڙ هو جنهن مطابق پاڻ وٽ ڪنهن زماني ۾ عالم سگهورا چوندا هئا ته وراڇ اپڀرنش سيني کان بگڙيل يا ردي هئي، جنهن مان وري سنڌي نهي هئي، جيڪا اهڙي ته بگڙيل هئي جو چئي ڪٿي ماٽ ڪر.

دانتي جي هن تصنيف کان پوءِ "اصل ٻولي" جي تلاش ۾ ٻولين

جا ڪيترا تشابهتي مقابلا ڪيا ويا. اول سمجهيائون ٿي تہ سيني ٻولين جي ماءُ عبراني ٻولي هئي، جنهن مان ٻيون سيئي ٻوليون ”ٻنهہ بگڙجي“ نڪتيون هيون. جيئن پاڻ وٽ اپڀرنش ۽ سنڌي بابت ٿي چيائون.

سورهين سترهين صديءَ ۾، جڏهن هندوستان ۾ آيل عيسائي پادرين (مشنريز) جي ذريعي سنسڪرت ٻولي ۽ ان جي گرامر جو علم يورپ وارن کي پهتو ۽ يوناني، لاطيني ۽ جرمنيائي ٻولين جي لفظن سان سنسڪرت جي لفظن کي مشاڇرو پيتي ڏٺائون تہ گهڻا عالم انهيءَ ڳالهہ تي ڳنڍ ٻڌي ويهي رهيا تہ يورپ جون اهي مڙئي ٻوليون سنسڪرت مان نڪتيون هيون.

انهيءَ زماني ۾ روس جي راڻيءَ جي چوڻ تي P.S. Palas هڪڙي ڊڪشنري لکي (1786) جنهن ۾ ٻہ سؤ ٻولين جي 285 لفظن جو گڏيل مطالعو ڏنائين. پنجن سالن کان پوءِ 1791ع ۾ جڏهن هيءُ ڪتاب ٻيهر ڇپيو تہ منجهس ٻين اسي ٻولين جا لفظ بہ وڌايا ويا هئا.

اهڙي قسم جو ٻيو ڪم 1806ع کان 1817ع تائين ايڊلنگ (J.C Adelung) ۽ واٽير (J.S.Vater) جو مڙ اداڻيس نالي سان هو جنهن ۾ دنيا جي تقريباً پنج سؤ ٻولين ۾ عيسائين جي ”الاهي دعا“ (Lord's Prayer) جو ترجمو ڏنو ويو هو.

جنهن سال پالاس پنهنجو ڪتاب ڇپرايو (1782) ان سال سر وليم جونز اها مشهور تقرير ڪئي، جنهن لسانيات جي اڳئين فڪر کي بدلائي ڇڏيو. هي صاحب هندوستان ۾ ڪجهہ سال رهي، سنسڪرت جو گهرو مطالعو ڪري، وطن واپس آيو هو. هن چيو تہ سنسڪرت يورپ جي يوناني ۽ لاطيني ٻولين سان اهڙي قسم جو واسطو رکي ٿي، جنهن کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. هن چيو تہ اهو لاڳاپو ڏيکاري ٿو تہ اهي ٽئي ٻوليون ڪنهن هڪ اهڙيءَ ٻوليءَ مان ڦٽي نڪتيون آهن، جيڪا (شايد) هينئر موجود ناهي.

ٻوليءَ جي علم جي گهورن کي وليم جونز اهڙيءَ طرح هڪ نئين وندر سان لڳائي ڇڏيو. پارن اصل دير ئي ڪان ڪئي، تشابهتي گرامرن جي تصنيفن جو مينهن وسي ويو. ٻوپ (Bop) (1816) راسڪ





(1818) ۽ پارن جي آڪاٽين واري گرم (Grimm) (1819) جون تصنيفون انهن ٻولين جي تصريفي پڇاڙين جي پيٽ، لفظن جي اچارن جي پيٽ، ۽ آوازن جي بدلجڻ جي قانونن (Grimm's Law) بابت ڇيڇجي ميدان ۾ اچي ويون.

تشابهتي لسانيات جي مطالعي لاءِ جن صوتياتي ۽ معنوياتي اصولن، نحوي ترڪيبن ۽ جاگرافيائي ايراضين جي اصولن جي ڄاڻ جي ضرورت هئي، جن جي ڪري ٻولين ورهايون ٿي ويون. انهن جو جائزو 1787ع ۾ اڳي ئي ڪراس (G.J. Kraus) ڪري چڪو هو. هاڻي هندوستانين جي ٻولين ۽ سنڌن علم بابت شليگل (Schlegel) 1808ع ۾ هڪ تفصيلي ڪتاب لکيو انهن سيني تصنيفن جو نتيجو اهو نڪتو جو تشابهتي ۽ تاريخي لسانيات جو علم سائنٽفڪ واٽ تي لڳي ويو.

هيستائين لسانيات جا ماهر ان خيالي ٻوليءَ جي تلاش ۾ هئا جنهن مان موجوده ٻوليون نڪتيون هونديون ۽ جيڪا ڪنهن وقت ناپيد ٿي وئي هوندي شليخير (Schleicher, 1861) پنهنجي معرڪةالاراء تصنيف ”هند جرمنيائي ٻولين جي تشابهتي گرامر جو اختصار: هند – جرمنيائي ماءُ ٻوليءَ جي صوتيات ۽ علم الصرف جو هڪ خاڪو“ جهڙي نالي سان لکي ڇپرائي، جنهن ۾ ڌرتيءَ تي موجود ٻولين کي گروهن ۾ ورهائي، انهن جي هڪ جهڙاين کي ڌيان ۾ رکي، ان وقت جي مروج علم النباتات (ٻاٽنيءَ) ۾ استعمال ٿيندڙ نالن جي علم (Taxonomy) جي انداز تي ٻولين کي ڪٽنبن ۽ اپڪٽنبن ۾ ورهايو ويو. هر اُپ – ڪٽنب جو هڪ ”ماءُ ٻولي“ (grundsprache) سان ناتو ڏيکاريو ويو ۽ سيني ”ماءُ ٻولين“ کي وري ان اصلي ٻوليءَ (ursprache) سان ملايو ويو. جيڪا سمجهيائون ٿي تہ هينئر ڌرتيءَ تان ختم ٿي وئي آهي.

شليخير اهڙو ڪم ڪيو جو ان خيالي اصلي ٻولي (اُرسپراخا) ۾ هڪ ڪهاڻي بہ جوڙيائين. جنهن تي گهٽي وٽ پڪڙ ڪيائونس. وڻ جي صورت ۾، ٻاٽنيءَ جي ٽيڪسانامي‌ءَ جي آڌار تي جوڙيل هن نظريي جي ماڊل کي جرمن ٻوليءَ ۾ سٽامباميٿيوري (Staumbaumtheorie) ڪري سڏيائون.

شليخير جي سٽا مباميٿيوري جي مقابلي ۾ شمٽ (Johnnes Schmidt 1872ع) ۾ لهرين وانگر پکڙجندڙ نواٽين وارو نظريو (wave theory) پيش ڪيو جنهن کي جرمن ٻوليءَ ۾ ويلن ٿيوري (Wellentheorie) سڏيو ويجي ٿو. هن نظرئي مطابق ٻولين هڪ ٻئي کان اوچتو ڇڇي ڌار نه ٿيون ٿين. پر هڪڙيءَ ٻوليءَ جا ڪيترائي مختلف پهلو ٻين ٻولين ۾ مختلف صورتن ۾ لهرين وانگي شامل ٿيندا ٿا وڃن. پوءِ کي نواٽيون ڪٿي رسن ته ڪٿي ڪون رسن. يا هڪ هنڌ هڪڙيون نواٽيون رسن. ٻيون ڪون رسن. شمّت جي چوڻ مطابق ٻولين ۾ اندروني تبديليون هڪ علائقي ۾ هڪ محاوري کان ٻئي محاوري تائين ۽ هڪڙين ٻولين کان ٻين ٻولين تائين پڄن (پهچن) ٿيون جيستائين انهن جي ڳالهائيندڙن جو لاڳاپو هڪ ٻئي سان قائم رهي ٿو.

### (ب) جوان گراميرين جو جٿو:

اٽوهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري جرمنيءَ ۾ نوجوانن جو هڪ جٿو اسريو جن جي ڪم جو اثر ايندڙ ڪيترن نسلن تي رهيو. جيئن ته هي سيئي عالم ان وقت نئينءَ ٿهيءَ جا هئا، اَن ڪري سندن چُرپُر جو نالوئي "جنگ گراماٽيڪير (Junggramatiker) يا نيوگريميرينز (Neogrammarians) پئجي ويو. منجهائن برگمان ۽ ڊيلبرڪ پنهنجي ڪتاب "انڊو يورپين ٻولين جي* تشابهتي گرامر جو خاڪو" (1886ع) جي ڪري ناميارا ٿيا. اوشوف ۽ هرمان پال به هن ئي جٿي جا ماڻهو هئا.

هنن جوانن ڏنو ته صوتيات ۽ محاوراتي لسانيات جو پاڙ ۾ تمام ويجهو لاڳاپو هو. آوازن جي قانونن تي جيڪو ان زماني ۾ بحث هلي رهيو هو ان جو حل هنن عالمن جي آڏو اهو هو ته لسانياتي جاگرافيءَ جي انداز وارا تحقيقي مطالعا ڪيا وڃن. هُنن جو چوڻ هو ته "مئلن توڙي جيئرين ٻولين جو لکيل لفظ علم صوتيات لاءِ ايڏو ڪارگر ثابت نه ٿيندو جهڙو جيئرين ٻولين جو ڳالهايل لفظ" هي پهريان ماڻهو هئا، جن لکيل حرف (الف. بي—بي) ۽ ڳالهايل آواز جي ويڇي کي سمجهيو ۽ ان کي اهميت ڏنائون.





يورپ جا ڳالهايل محاورا هوئڻ ته رومانٽڪ هلچل کان وٺي لسانيات جي توجهه جو مرڪز رهيا هئا (جو اُن تحريڪ هر "عوامي" ڳالهه کي ڪنيو هو) پر هنن جوانن انهيءَ ميدان ۾ تحقيقي ۽ علمي جان وڌي انهيءَ ڪري جو هن — يورپي ڪتنب جي ٻولين جي فرقن يا آراڊاين (Variations) جو آخري زنده مثال اِهي يورپ جون ٻوليون هيون. انهن ٻولين جي تشابهتي اڀياسن جو اهڙو اچي شوق پيدا ٿيو جو محاورائي مطالعن. محاورائي جاچن (سروي) ۽ محاورائي ائٽلسن تي ڳاٽيتي کان ٻاهر ڪتاب لکجي پڌرا ٿي ويا.

# باب ستون

## لسانياتي جاگرافيءَ جو پهريون دؤر

### (اٺويهين صديءَ جي آخر کان ويهين صديءَ جي ٽئين ڏهاڪي تائين)

**(الف) جرمنيءَ ۾ ٿيل ڪم:**

جرمنيءَ ۾ لسانياتي جاگرافيءَ تي ڪم جارج وينڪر (Wenker) 1876ع کان شروع ڪيو. اول هن ڊسلڊورف جي اوسي پاسي جو ڪم هٿ ۾ کنيو پر پوءِ سموري اترئين ۽ وچينءَ جرمني شهنشاهيت جي لسانياتي اٽلس مرتب ڪيائين. انهيءَ جي پهرين قسط ڇهن نقشن سان 1881ع ۾ ڇپي. هن سروي لاءِ وينڪر معياري جرمن ٻوليءَ جا چاليهہ جملا مقامي محاورن ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ اسڪول ماسترن ڪي پوسٽ ذريعي ڏياري موڪليا تہ اتي جي محاورن ۾ ترجمو ڪرائي موڪلين. ڪيس موٽ ۾ چاليهہ هزار جواب پهتا. هيءَ مواد لفظن جي استعمال ۽ گرامر جي فرقن معلوم ڪرڻ لاءِ تمام گهڻو ڪارائتو ثابت ٿيو پر هڪ لفظ جي مختلف اُچارن معلوم ڪرڻ لاءِ هيءَ طريقو ڪارائتو ثابت نہ ٿي سگهيو چو تہ اسڪول ماستر، جن ڪي اُهي سوالناما موڪليا ويا هئا، علم صوتيات جا ڄاڻو ڪونہ هئا، انهيءَ ڪري اُهي لفظن جو صوتياتي فرق نہ ڄاڻائي سگهيا. وينڪر جي اهم تصنيف (Sprachatlas des deutschen Reichs) هئي، جنهن جا ڪي آسان نسخا Wrede جي ادارت هيٺ 1926ع کان Deutscher sprachatlas نالي سان ڇپيا. هن تصنيف جي هر نقشي ۾ هڪ هڪ لفظ کڻي ان کي مختلف محاورن جي ورهاست مطابق ڏيکاريو ويو.





**(ب) انگلنڊ ۾ ٿيل ڪم:**

محاوراتي مطالعن جي انهيءَ شوق جرمنيءَ مان انگلنڊ پهچندي ويرم ئي ڪانہ ڪئي. 1873ع ۾ والٽر وليم سڪيٽ (Skeat) "انگلش ڊاياليڪٽ سوسائٽي" جو بنياد وڌو جنهن جو مقصد اهو هو تہ لفظن کي مختلف اُچارن جي صورتن ۾ گڏ ڪيو وڃي. مختلف هُنرن وارا ۽ فني لفظ، چوڻيون ۽ پهاڪا هٿ ڪيا وڃن؛ ۽ محاوراتي متن جي ڪن مثالي ٽڪرن کي صوتياتي رسم الخط ۾ اُتاريو وڃي. انگريز قوم طبيعت ۾ وري آهي سيني کان آراڌي، تنهن محاوراتي اٽلسن ڏي توجهہ ڪرڻ بدران محاوراتي ڊڪشنرين ۽ محاوراتي گرامرن جوڙڻ ڏي توجهہ ڪيو.

جوزف رائٽ (Joseph Wright) جي مشهور ڊاياليڪٽ ڊڪشنري 1898ع کان 1905ع تائين ڇپي. انهيءَ سلسلي ۾ رائٽ جو مشهور ڪتاب انگلش ڊاياليڪٽ گرامر بہ ڊڪشنريءَ جي پهرئين ڇاپي سان گڏ ڇاپيو ويو ۽ پوءِ وري الڳ بہ ڇپيو.

خود سڪيٽ، جيڪو انگريزيءَ جي ائٽمالاجيڪل ڊڪشنريءَ جي ڪري مشهور آهي، انهيءَ 1911ع ۾ "انگلش ڊاياليڪٽ" نالي ڪتاب ڇپرايو سنڌس ڊڪشنريءَ لاءِ مواد پوسٽ ذريعي موڪليل سوالنامي جي جوابن مان هٿ ڪيو ويو.

"انگلش ڊاياليڪٽ سوسائٽي" جي بنياد پوڻ واري سال (1873)، جيمز مري (Murray) سڪاٽلنڊ جي مختلف ٽپن (ڪائونٽيز) جي محاورن جو هڪ سروي ڪيو.

**(ج) فرانس ۾ ٿيل ڪم:**

هولگر پيڊرسن جي چوڻ مطابق اوڻيهہ سؤ ٽيهن واري ڏهاڪي تائين جيڪو بہ لسانياتي جاگرافيءَ تي ڪم ٿيو هو انهيءَ مان ڪوبہ ڪم اهڙي ڪمال ۽ اهميت واري درجي کي نہ پهتو هو جهڙو رومانس ٻولين تي ٿيل ڪم، ۽ اُنهن سيني ۾ اهم ترين تصنيف هئي 1897ع کان 1901ع تائين واري عرصي ۾ گڏ ڪيل مواد تي ٻڌل فرانس جي لسانياتي جاگرافي: *Atlas linguistique de la France*

هيءَ تصنيف هڪ سئيز ماهر، جولز گليئرون، جي نظرداريءَ هيٺ 1902ع کان 1908ع تائين ڇپجي راس ٿي. پنهنجي اُستاد برونو پالين گاسٽن پاريس جي 1888ع ۾ ڊاياليڪٽ ڪارٽوگرافيءَ جي اصولن جي آڌار تي ٿاهيل ڪم جي اسڪيم ۽ سوالنامي کي گليئرون هڪ سيڌي وڪڻندڙ هٽائيءَ ايڊمونڊ ايڊمونٽ (Edmond Edmont) جي حوالي ڪيو. هيءُ سيڌي وڪڻندڙ ايڊمونٽ ڪنن جو اهڙو تہ ڪو موچارو ۽ سرلو هو جو آوازن جي تمام نازڪ فرقن کي بہ سڃاڻي سگهيو ٿي، ۽ وري انهن کي صحيح طرح صوتياتي الف بي ۾ اُتاري (لکي) بہ سگهيو ٿي. روز مرهہ جي استعمال ٿيندڙ شين جي نالن تي ٻڌل 1920 لفظن، فقرن ۽ جملن جو هي سوالنامو کڻي ايڊمونٽ اڪيلي سر اڳ رٽيل 639 جاين تي ويو ۽ ساڍن چئن سالن ۾ (آگسٽ 1897ع کان ڊسمبر 1901ع تائين) هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ تائين اڪيلي سر گهمندو، سوالن جا جواب هٿ ڪندو آيو. مواد گڏ ٿيڻ کان پوءِ هر هڪ لفظ يا تلفظ لاءِ ڌار ڌار نقشا ناهيائين.

اهڙيءَ طرح گليئرون جي مشهور "ائٽلس لنگوسٽيڪ دي لافرانس" ڇپجي راس ٿي، جيڪا ايندڙ مڙني لسانياتي ائٽلسن ۽ جاگرافين لاءِ هڪ معيار ٿي. صوتيات ۽ الفاظ جي ذخيري ۾ هيءَ ائٽلس وينڪر واري ائٽلس کان اڃئون ڪيئون گوءِ کڻي وئي، پر هڪ ماڻهوءَ جي تورن هنڌن تي پهچي سگهڻ واري جيڪا گهٽتائي لازمي ٿيڻي هئي سا منجهس رهجي وئي.

### (د) اڻ — ورهايل هندوپاڪ کنڊ ۾ ٿيل ڪم:

يورپ ۾ لسانيات جي ماهرن ۽ لسانياتي سروي جي شوقينن مان ڪيترا ماهر ۽ شوقين اُنهيءَ زماني ۾ هند پاڪ جي ننڍي کنڊ ۾ بہ علمي پيٽون ڏيڻ آيا ۽ مختلف نوعيت جا اهڙا علمي ڪم سرانجام ڏنائون، جو اسان جي مقامي عالمن لاءِ اُهي اڄ بہ علم ۽ محنت جو مثال آهن. اهڙن خفتين مان هڪڙو جارج ايبراهم گريئرسن هو جيڪو ڊبلن (آئرلنڊ) ۾ 1851ع ۾ ڄائو ۽ سري ۾ 1941ع ۾ گذاري ويو.





گريئرسن ڇا ڪيو جو انجيل جون بہ مشهور پر ننڍڙيون حڪايتون هندوستان جي مختلف ٻولين ۽ محاورن ۾ ترجمو ڪرايائين، جن جو تعداد بعد ۾ 364 پڌرو ٿيو. انهن پنگتين يا علائقن ۾ مروج رسم الخط ۾ انهن ٻن ڪهاڻين کي لکيو ويو ۽ وري رومن الف — بي ۾ انهن کي اتاريو ويو. اهڙيءَ طرح يارهن جلدن (اوڻيهہ ڀاڱن) ۾ هيءَ لنگوسٽڪ سروي آو انڊيا 1903ع کان وٺي 1928ع تائين ڇپجي تيار ٿيو.

گريئرسن جي هن سروي جي اٺين جلد ۾ سنڌي ۽ لهندا جي مختلف محاورن جو سروي ڪيل آهي. ڪتاب جي شروع ۾ ٻوليءَ جي پس منظر ۽ گرامر جي قاعدن وغيره جو تفصيل بہ ڏنو ويو آهي. گريئرسن جي ڪم جي نوعيت يورپ ۾ ان وقت ٿيندڙ لسانياتي ائٽلسن جي ڪم جي نوعيت کان گهڻو مختلف هئي. يورپ ۾ سيني ٻولين ۽ محاورن جو اصل رسم الخط اِهو ئي ساڳيو رومن هو. هتي هزارن رسم الخطن جي چڪر ۾ توجه جو مرڪز بدلجي ويو. يورپ ۾ فيلڊ ورڪر بہ عالم هئا، اُنهن تي نظرداري ڪرڻ وارا بہ عالم هئا ۽ سيئي سروي هيٺ ايندڙ ٻولين چڱيءَ طرح ڄاڻندا هئا. هتي گريئرسن هڪڙو عالم، هزارن قسمن جون ٻوليون، اُنهن جا ڪارڪن حڪومت جا ملازم، جيڪي بہ آيا سي اگهيا. خود گريئرسن بہ هندوستان ۾ اچي لازمي طرح نظرياتي لسانيات جي اُن خاص وهڪري مان نڪري ويو هو جنهن ۾ يورپ وارا گهڙيا ويٺا هئا. اهو فرق سنڌس ڪتاب جي نالي مان ئي پڌرو آهي. هُتي يورپ وارا لسانياتي "ائٽلسن" ۽ لسانياتي "جاگرافين" جي ڪمن ۾ رڌل هئا تہ هِتي گريئرسن لسانياتي "سروي" ۾ مشغول هو.

# باب اٺون

## لسانياتي جاگرافيءَ جو ٻيو دؤر

### (ويهين صديءَ جي ٽئين ڏهاڪي کان اڄ تائين)

ويجهڙائيءَ وارن سالن ۾ انهن ساڳين ملڪن ۾ جتي اڳي لسانياتي جاگرافيءَ جو ڪم ٿي چڪو هو، نئين سِر ڪم ڪيو ويو. ٻين ملڪن ۾ جتي اڃا اهڙو ڪم نہ ٿيو هو اُتي پهريون ڀيرو اهڙو ڪم ڪيو ويو. انهن ٻنهي قسم جي ڪمن ۾ گذريل زماني جي ڪمن جي گس واٽ ۽ طور طريقي مان فائدو ورتو ويو ۽ اڳين اوڻاين مان سبق پرائي، طريقہ ڪار کي بهتر بنائي، ڪم کي وڌيڪ علمي سطح تي آندو ويو.

**(الف) اٽليءَ ۾ ٿيل ڪم:**

ڪارل جيبرگ ۽ جيڪب جوڊ (Jaberg, Jud) اٽليءَ جي لسانياتي اٽلس 1928ع کان 1940ع تائين سورهن جلدن ۾ ڇاهي ڇپرائي. هيءَ اٽلس فرانس ۾ گليئرون واري اٽلس جي نموني تي تاهي وئي، پر منجهس ٻہ نيون ڳالهيون رکيون ويون.

1. لفظن جي واهپي وقت مختلف محاورن جي ثقافتي (سماجي) پس منظر کي ڌيان ۾ رکيو ويو.
2. هر شهر مان هڪ جي بدران ٻن خابرن کان سوال ڪيا ويا تہ جيئن مختلف ثقافتي (سماجي) سطحن جي واهپي کي رڪارڊ ڪيو وڃي.





**(ب) فرانس ۾ ٻيهر ٿيل ڪم:**

گليئرون کان پوءِ فرانس ۾ وري البرٽ ڊئوزٽ Albert Dauzat اوڻيهہ سؤ ٽيهہ واري ڏهاڪي جي اوائل ۾ فرانس جي نئين لسانياتي اٽلس جو افتتاح ڪيو جنهن جو نالو هو:

*Le Nouvel Atlas Linguistique de la France.*

گليئرون هڪ ماڻهوءَ جي سرلي ڳڻ تي ڀاڙيو هو پر ڊئوزٽ ڪيترن ماڻهن کي تربيت ڏئي اِنهيءَ ڪم تي موڪليو. ماڻهو جو سمجها هئا تہ گهڻن هنڌن تي وڃي سگهيا. ڊئوزٽ جا فيلڊ ورڪر پنهنجي پنهنجي خوشيئون بنا پگهار جي هن ڪم ۾ شامل ٿيا هئا. سي سوالنامي استعمال ڪرڻ بدران، اڳ سيڪاريل ۽ رٿيل طريقن سان ماڻهن کي ڳالهہ ٻولهہ ۾ وچڙائي ۽ موقعي تي گهربل اطلاع لاءِ ڪو موزون سوال ڪري پنهنجو مواد هٿ ڪندا ويا. ڊئوزٽ جي هن ڪم کي "عالمن جي علمي ڏڪم جي سهڪار" جو سهڻو نمونو سمجهيو ٿو وڃي. (Fotter, 1967 p. 131)

**(ج) امريڪا ۾ ٿيل ڪم**

امريڪا جي گڏيل پرڳڻن ۾ ڪيترن ننڍن ڪمن کان پوءِ 1928ع ۾ رٿيل پروگرام مطابق هانز ڪُراٿ جي نظرداريءَ هيٺ نيو انگلنڊ وارن پرڳڻن (مين، هيم پشر، ورمون، ميساچوسيٽس، روڊ آئيلنڊ ۽ ڪنيڪٽيڪٽ) ۾ جيبرگ ۽ جوڊ واري اٽليءَ جي لسانياتي اٽلس جي ماڊل تي ڪم شروع ڪيو ويو. نون (9) فيلڊ ورڪرن مان ڪن کي اڳ ئي لسانيات ۾ ڊاڪٽوريٽ جون ڊگريون مليل هيون ۽ اُن زماني جي لسانياتي ضابطي ۾ چڱيءَ طرح گڏيل پيئل هئا. ان کان سواءِ ڪم شروع ٿيڻ کان اڳ هڪ وسيع تربيتي پروگرام ۾ شامل ٿيڻو پيين جنهن ۾ کين صوتياتي رسم الخط (فونيٽڪ ٽرنسڪرپشن) جي تربيت ڏني وئي. تربيت ڏيڻ وارن مان هڪ جوڊ خود بہ هو.

گهڻن فيلڊ ورڪرن جي ڪري ڪم جلدي (25 مهينن ۾ پڄائيجي) ويو. پر مختلف شخصيتن جي ڪري مختلف قسم جي

مواد تي زور ڏنائون. انهيءَ ڪري جو پراڻن لفظن ۽ اصطلاحن سان ڪن ماڻهن جي رغبت گهٽ هئي ته ڪن جي وڌيڪ.

اٽنوڊ جي خيال مطابق اهڙن مختلف فيلڊ ورڪرن کي ساڳين علائقن ۾ موڪلڻ ڪپي ها ته جيئن هڪڙن جي مواد مان ٻين جي مواد جي پٽيرائي يا اصلاح ٿي سگهي ها. هن چيو ته اهڙن ماڻهن کي مختلف علائقن ۾ موڪلڻ سان مواد مان استعمال جي جاگرافيائي ڦوٽ (Geographical cleavage) ظاهر ٿيندي، جيڪا حقيقي جاگرافيائي ڦوٽ نه پر فيلڊ ورڪر جي ڦوٽ هوندي.

نيو انگلنڊ (امئريڪا) جي 213 وڏن ننڍن شهرن ۽ نيم ٻهراڙيءَ جي علائقن کي هن سروي لاءِ چونڊيو ويو. ٻهراڙي جي عوامي (Folk) ٻوليءَ بدران ڪراٽ ٽن مکيه قسم جي خابرن جي ٻوليءَ کي شامل ڪرڻ جي رٿ ناهي:

- پهرئين قسم جا خابرو اُهي هئا، جن جي تعليم نه جهڙي هئي، لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت خير ڪا هُين(يعني ڪا نه هُين)، ۽ سماجي ناتا محدود هئن. مڙنئي 413 خابرن مان هن پهرئين قسم جي خابرن جو تعداد 148 وڃي بيٺو.
- ٻئي قسم جا خابرو اهي هُئا، جن کي ڪجهه تعليم حاصل هئي، لکڻ پڙهڻ جي چڱي صلاحيت هين ۽ سماجي تعلقات نسبتاً وسيع هئن. هن قسم جا 214 خابرو هٿ ڪيائون.
- ٽئين قسم جا ماڻهو جن جي تعليم وارا هئا (عام طرح ڪاليج پورو ڪيل)، مهذب پُٽ وارا هئا، لکڻ پڙهڻ ۾ پڙ هئا ۽ سماجي ناتا وسيع هُين. هن قسم جا 51 ماڻهو هٿ ڪيائون.

هنن ٽن قسمن جي گروهن مان هرهڪ کي وري عمر جي حساب سان ٻن گروهن ۾ ورهايائون.

(الف) وڏي عمر وارا يا پراڻي نموني وارا ۽
(ب) وچين ٿهي، اڌڙوت يا ان کان گهٽ عمر وارا

انهيءَ تقسيم (ورڇ) جو مقصد اهو هو ته مختلف ساهتي گروهن جي وڌيڪ تعليم يافته ماڻهن جي ٻوليءَ جي محاوراتي





خصوصيتن کي پڌرو ڪيو وڃي. خابرن جي چونڊ فيلڊ ورڪرن تي ڇڏي وئي هئي. پر اهو تاڪيد ڪيو ويو هو ته خابرو ان جڳهه جو مقامي (اصلي) رهاڪو هجي، ڪنهن ٻاهرئين هنڌ گهڻو عرصو نه رهيو هجي. عورتون به خابرو ٿي سگهيون ٿي، ايتري قدر جو هن جاچ ۾ اڌوگابريون خابرو عورتون ئي هيون.

نيو انگلنڊ (امئريڪا) ۾ استعمال ڪيل سوالنامي ۾ 711 سوال هئا، جن کي ڏکڻ ۾ استعمال ڪرڻ وقت وڌائي 872 تائين آندو ويو. جيڪي ڳالهيون سوالنامي ۾ رکيون ويون سي روز مره جي تصورن سان واسطو رکندڙ هيون، ۽ اهڙيون هيون جن جي ڄاڻ اسڪول بدران خانداني ماحول ۾ زباني طور ملڻ جو وڌيڪ امڪان هجي. سوال موضوع آهر اهڙيءَ ترتيب سان رکيا ويا جو سوال پڇڻ وقت خابرو هڪ مَنو (هڪ من وارو)، هڪ مُنهون جواب ڏيندو اچي، هڪڙي موضوع کان ٻئي تائين اجايا شادا (ٽپ) ڪائيندو نه وڃي. سوالنامي جا ڪي موضوع هئا، آب هوا، گهر، ٿانوَ ٿپا ۽ اوزار، گهرو جانور ۽ ڪاڏا، هنن سوالن ۾ اُچارن جي خصوصيتن، لفظن جي خصوصيتن، صرفي فرقن ۽ ڪٿي ڪٿي نحوي خاصيتن سان تعلق رکندڙ سوال هئا. اٽن ڪلاڪن يا وڌيڪ جي هن انٽرويو لاءِ هر سوال کي پوريءَ طرح لفظن ۾ لکيو نه ويو هو، هر ڪارڪن جي سمجهه ۽ عقل تي ڇڏيو ويو هو ته هو ڪيئن ڪو لفظ پنهنجي خابروءَ کان اُڪلائي. پر لازمي هو ته گهربل لفظ جي نالي وٺڻ کان سواءِ ان شيءِ جي اهڙي طرح تشريح ڪئي وڃي جو ان جو صحيح تصور خابروءَ جي ذهن ۾ اچي سگهي ۽ هو پاڻمرادو اهو لفظ چوي جيڪو اُتي جا ماڻهو استعمال ڪندا هجن. ڪارڪنن کان اها توقع رکي وئي هئي ته هر خابروءَ جي حياتيءَ جو هڪ مختصر خاڪو به پيش ڪن. جوابن لکڻ لاءِ انٽرنيشنل فنيٽڪ ايسوسيئيشن جي صوتياتي الف – بي کي استعمال ڪيو ويو. نيو انگلنڊ جي سروي ۾ آواز رڪارڊ ڪرڻ جو ڪوبه اوزار استعال ڪونه ڪيو ويو. پر ٻين علائقن جو سروي، جڏهن ساڳين ماڻهن اڳتي هلي ڪيو ته فونو گراف رڪاٽ (ريڪرڊ) استعمال ڪيا ويا. ڪُراٽ جي نظرداريءَ هيٺ، 1939ع کان 1961ع تائين هيءَ

مواد مختلف لسانياتي جاگرافين، لسانياتي ائٽلسن، لفظي جاگرافين ۽ اُچارن جي جاگرافين جي سرن هيٺ شايع ٿيو.

### (د) سڪاٽلنڊ ۾ ٻيهر ٿيل ڪم:

سڪاٽلنڊ جي محاورن تي ٻيهر ٿيل ڪم جي نتيجن کي مڪنتوش (Angus McIntosh) 1952ع ۾ ڇپايو آهي. هن سروي ڪرڻ کان اڳ ڪاٿو لڳايو ويو ته جيڪڏهن گليئرون جي ائٽلس وانگي هڪڙو ڪو فيلڊ ورڪر رکي هيءُ ڪم اُجاهجي ته هوند پنجن سالن ۾ ٻن سؤ مختلف ماڻهن کان محاوراتي اطلاع وٺي سگهجي ۽ هوڏانهن سروي ڪرڻ وارن رٿيو هو ته صحيح صورتحال جي اندازي ڪرڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٻن هزار مقامي علائقن مان اطلاع وٺڻا پوندا، ته چئجي ته چڻ ايستائين پهچڻ لاءِ هوند پنجاهه سال لڳي وڃن.

اهڙي اطلاع لاءِ جنهن ۾ نيٺ صوتياتي توضيح جي گهرج ڪانه هئي، پوسٽ وارو اڻ سڌو طريقو اختيار ڪيو ويو. انهيءَ مقصد لاءِ سوالنامي جي هڪ هڪ ڪاپي سڪاٽلنڊ جي تقريباً ٻن هزارن ٻهراڙيءَ جي اسڪولن کي موڪلي وئي ۽ اسڪول ماسترن کي گذارش ڪئي وئي ته "اهو سوالنامو ڪنهن موزون مقامي ماڻهوءَ کي ڏنو وڃي، جيڪو اڌڙوٽ وهيءَ وارو يا مٿي هجي، علائقي جو اصل رهاڪو هجي، اهڙو نه هجي جيڪو ڪتابن ۾ پڙهيل لفظن کي علائقي ۾ استعمال ٿيندڙ لفظن سان منجهائيندو هجي." اُن کان پوءِ به جيڪي مسئلا پيدا ٿيڻا هئا، سي سمجهيائون ته ججهي هٿ آيل مواد جي ڪري خود ئي حل ٿي ويندا.

### (ھ) انگلنڊ ۾ ٻيهر ٿيل ڪم:

انگلش ڊايالڪٽ سروي جو ڪم رائٽ جي (1896-1905ع) واري ڪم کان پوءِ ٻيهر 1946ع ۾ هيرالڊ اورٽن ۽ زيورخ يونيورسٽيءَ جي سنڌس دوست يوجين ڊيٿ وري شروع ڪيو. هنن جي جاچ جو مقصد اهو هو ته "رسمي اصلي ۽ پراڻي ٻولي" (traditional vernacular, genuine and old) هٿ ڪئي وڃي. هنن سنئون سڌو تربيت ورتل فيلڊ





ورڪرن جي ذريعي مواد هٿ ڪيو. جنهن قسم جي مواد جي ڪين گهرج هئي، ان لاءِ پوسٽ واري سوالنامي تي ڀاڙي نٿي سگهيا. اونهاري جي وئڪيشن ۾ ٻنهي گڏجي سوالنامي جي تياري ڪئي. 1947ع جي سيپٽمبر ڌاري ڊرافٽ ڪاپي تيار ٿي، جيڪا ڪجهه فيلڊ جي ڪم کان پوءِ 1952ع ۾ ڇاپيائون. پر پوءِ ڏٺائون ته سوال پورن جملن ۾ نه هئڻ ڪري، پڇڻ ۾ گهڻي تڪليف پيدا ٿئي ٿي. ان ڪري سوالنامو ٻيهر، ٽيهر ۽ چوٿون دفعو وري لکڻو پيون. نيٺ مڙئي سوال پورن جملن ۾ رٿيائون، جن مان شيءِ جو نالو وٺڻ کان سواءِ اهڙي نموني خابروءَ کان پڇا ڪجي جو هو پنهنجي ٻوليءَ ۾ پاڻمرادو ان شيءِ جو نالو وٺي. جيئن سوال نمبر 6-1-1 هو ته: "اُهي پکي اوهين ڪٿي رکندا آهيو جيڪي اوهان لاءِ آنا لاهيندا آهن؟"

يا سوال نمبر 1 – 2 – 1 هو ته: "انهيءَ ماڻهوءَ کي ڇا چوندؤ جيڪو اُنّ ڏيڻ وارن جانورن جي نظرداري ڪندو آهي؟"

سوالنامي ۾ 1095 سوال هئا، جيڪي واڌاري کان پوءِ وڌي 1270 سوال ٿي ويا. اُهي سوال نون (9) ڪتابڙن يا ڀاڱن ۾ ورهايل هئا، جن جا عنوان هئا:

1. ڪيتي ٻاڙي،
2. ٻوڪ،
3. جانور،
4. فطرت،
5. گهر ۽ گهرداري
6. انساني جسم،
7. عدد، وقت، ۽ آب وهوا،
8. سماجي ڪرتون، ۽
9. ناٺون، حالتون، ڪم ۽ لاڳاپا.

مختصر طور اهي سڀ سوال هاري ۽ ان جي زندگيءَ سان واسطو رکندڙ هئا. هنن جاٿي واٽي ڪاٽين، مڇي مارڻ ۽ ڪورڪي ڪم ڪرڻ وارن کي پنهنجي جاچ ۾ شامل ڪونه ڪيو جو هارپو ڏنڌو آفاقي آهي ۽ ٻيا ڏنڌا مقامي آهن. شهرن کي به نظرانداز ڪيائون. هن سوالنامي جا جيڪي سوال ڪنهن به محاوري بابت هُئا تن مان 365 سوال صوتي نظام بابت هئا.

62 سوال صرفي نظام بابت هئا.

41 سوال جوڙجڪ نموني گرامر بابت هئا.

730 سوال لفظي صورتن بابت هئا.

سوالن ناهڻ جو ڪم سڀ کان وڌيڪ ڏکيو لڳن. پنجن قسمن جا سوال نيٺ وجي بيٺا، جن کي پاڻ ڪوٺيائون:

(1) نالي ڏيڻ وارا سوال

(2) خالي جاءِ پرڻ وارا سوال

(3) ڳالهائڻ وارا سوال

(4) بدلائڻ وارا سوال ۽

(5) ابتا سوال.

(1) نالي ڏيڻ وارن سوالن لاءِ ڪنهن شيءِ ڏانهن اِشارو ڪري يا ان جي تشريح ڪري، تصوير ڏيکاري، يا آلھ ڪري پڇيو ٿي ويو تہ هن کي ڇا چوندا آهيو.

مثلاً 1– 2– vi هن کي ڇا چوندا آهيو. (وار) [1_2 vi جو مطلب ٿيو ڇهين ڪتاب جي ٻئي صفحي تي پهريون سوال]

5–13 _iii اڏ ٻڌن ٻچن واري ڪتي کي ڇا چوندا آهيو؟

1– 8 – v [ٻيڻ جي آلھ ڪندي] آءٌ ڇا پيو ڪريان؟

(2) جملي پوري ڪرڻ واري سوال جو مثال: (4–3–vi) اهو ماڻهو جيڪو ٽپ نہ ڏسي سگهي ان کي ڇا چئبو........؟ [انڌو]

(3) ڳالهائڻ واري سوال جو مثال: (4–5–v) ”کير مان ڇا ٺاهيندا آهيو؟“ [مکڻ، پنير، ڏڌ، لسي، جهڻ]

(4) بدلائڻ وارو سوال: (11–5–vi): ”جڏهن مون وٽ صوف هوندو تہ آءٌ ان کي ......[کائيندس] (انهيءَ مان وري) ڪالھ جڏهن مون وٽ صوف هو تہ مون ان کي....... “ [کاڌو]

(5) ابتو سوال وري اهو جو پچندڙ لفظ چئي ۽ خابرو ان جي تشريح ڪري. مثلاً: پاندو ڇا کي چوندا آهيو؟ ويڙهو ڇا کي چوندا آهيو؟ نون ڪتابڙن مان هر هڪ ڪتابڙي تي جواب ڏيڻ ۾ بہ ڪلاڪ لڳا ٿي، ۽ سڄو سوالنامو هفتي ۾ پورو ٿيو ٿي. ان ۾ اتي رسڻ، جڳھ هٿ ڪرڻ، ڄاڻ سڃاڻ پيدا ڪرڻ، بهترين خابرو هٿ ڪرڻ ۽ ٽيپ





رڪارڊ ڪرڻ وارو سڄو ڪم اچي ٿي ويو.

مڙئي فيلڊ ورڪر تربيت يافتہ هئا، اٺن مان سٽن کي اڳ ئي صوتيات جي تعليم هئي. انهن مان پنج ڪارڪن لسانياتي جاگرافيءَ تي ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري لاءِ انهيءَ دوران ٿيسس پيش ڪري چُڪا هُئا، ڇهون بہ پيش ڪرڻ وارو هو. فيلڊ ورڪر جو تعليم يافتہ هئڻ کان سواءِ جسماني ۽ ذهني طرح مضبوط هئڻ لازمي هو جو خابرن مان سپاجهڙائي، ڪلمڪائي ۽ رمز سان گهربل اطلاع ڪڍي سگهي. خابرن جو مقامي هئڻ لازمي هو جيڪي فطري طرح اتي جو مقامي محاورو ڳالهائيندا هجن. هاري يا هاريي ڏنڏي سان واهپو رکڻ وارا هجن. لکيل پڙهيل ماڻهوءَ کي ڪڏهن بہ ان اطلاع لاءِ استعمال نہ ڪيو ويو نڪي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي جو ڪنهن خاص سبب جي ڪري ڪو ٻيو محاورو بہ ڳالهائيندو هجي. خابرن جو سٺ سالن جو يا ان کان مٿي هئڻ لازمي هو پر اهڙو هجي جنهن جو مٿو اکيون، وات ۽ ڪن اجا سٺي حال ۾ هجن. هر هڪ هنڌ سوالنامو صرف هڪ دفعو استعمال ڪيو ويو. پر مختلف حصن لاءِ مختلف خابرن کي بہ استعمال ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح جو هڪ هنڌان ڪڏهن ٻن خابرن کان اطلاع ورتو ويو ڪڏهن ٽن کان. شروع وارن ناتجربيڪاريءَ وارن ڏينهن ۾ پنجن خابرن کي بہ استعمال ڪيو ويو. ڪڏهن ڪڏهن خاص خابرن کي ڳالھ ٻولھ جي دعوت ڏئي انفارمل انداز ۾ ڳالهرائي، اهو ٽيپ رڪارڊ بہ ڪيو ويو. ٽيپ رڪارڊ واري ڳالھ هميشہ سوالنامي کان ٻاهر، اڻ لکيل، تياري (ريهرس) کان سواءِ طبعي يا في البديھ هوندي هئي.

# باب نائون

## لسانياتي جاگرافيءَ کان سماجي لسانيات تائين

فرانس ۾ گليئرون ۽ ان کان پوءِ دئوزت وارن ڪمن تي، آمريڪا ۾ ڪراٿ ۽ سندس ساٿين جي ڪم تي، ۽ انگلنڊ ۾ اورٽن ۽ ڊيٿ جي ڪمن تي، جيئن سنڌيءَ ۾ چگا چوندا آهن. "پلان پليءَ جو ڇيهه" تي ويو. لسانياتي جاگرافيءَ جي ميدان ۾ هنن معيارن جو ڪم وري اٽيٽو آهي. انهيءَ ڪري جو هر ڪمال کان پوءِ زوال آهي. اوڏيهه سو چالهين ۽ پنجاهن جي ڏهاڪن ۾ جيڪي ماڻهو اهڙن ڪمن ۾ رُڌل هئا، تن يا ته پنهنجا ڪم هيستائين پورا ڪري ورتا آهن. جيڪي اڃا به ڪم سان لڳا پيا آهن، تن جي ڪم جي رفتار ڍري ٿي وئي آهي. گهڻا ته پنهنجا دفتر ڪُتن کي اڇلي وڃي گهرن يا قبرن ۾ آرامي ٿيا آهن. آٽوودُ جنهن امئريڪا جي لسانياتي اٽلس جي تشريح، تعليم ۽ فروغ تي وڏو اثر ڇڏيو ۽ امئريڪا ۾ فعلن جي صورتن جي سروي تي هڪ ڪتاب به لکيائين، تنهن لسانياتي اٽلس جي ڪم جي ڍرائيءَ جا سبب مختصر طور هن ريت ڄاڻايا آهن:

"گهڻا محاورائي عالم پنهنجي تحقيق کي هلائڻ لاءِ خانگي چندن هٿ ڪرڻ ۾ سُٺا پينو ثابت نه ٿيا آهن. پئسي جي کوٽ سان گڏوگڏ انساني سگهه (مئن پاور) جي به اٺاٽ رهي آهي. (۽) اهو ڄڻ ٻيو نمونو آهي (ائين) چوڻ جو ته ڏينهن بدلجي ويا آهن."





"Most dialect scholars have not been good beggars for private funds to carry on their research. Along with lack of money has gone lackof manpower which, ofcourse, is only another way of saying that times have changed". (Atwood, 1963).

اٽوودُ چوي ٿو ته ٻيءَ مهاياري لڙائيءَ کان پوءِ لنگوسٽڪ جاگرافيءَ جي ڪم لاءِ پئسو ڏيندڙ ادارن جي توجهه جو مرڪز ٽڏي جنگ جي ڪري ڌارين ٻولين جي تعليم ۽ انگريزيءَ ٻوليءَ جي ڌاري يا ٻي ٻوليءَ جي حيثيت سان تعليم جهڙن "سٽريٽيجڪ" ميدانن ڏانهن هليو ويو آهي. ان کان سواءِ 1930ع واري ڏهاڪي جي معاشي کوٽ يا بدحالي (ڊپريشن) ۽ ٻي روزگاريءَ واري زماني ۾ جنهن معيار جي ڪارڪنن کي معمولي پگهار تي هٿ ڪري سگهبو هو اهو اڄ وري ممڪن ناهي. لسانياتي جاگرافيءَ جي ادارن لاءِ مشڪل آهي ته پنهنجي ڪارڪنن کي ٻين ادارن جي مقابلي جا پگهار ڏين. ۽ ٻئي پاسي ڪارڪن به تيار ناهن ته آفيس يا ڪلاس روم جي آرام واري ماحول کي ڇڏي ڳوٺ ڳوٺ رُلندا وتن ۽ در در ٺاپا کائيندا وتن. اٽوودُ جو چوي ٿو ته "ڏينهن بدلجي ويا آهن." سو ڏينهن گهڻين معنائن ۾ بدلجي ويا آهن. جيڪڏهن پئسن ڏيڻ وارن جو ڌيان توضيحي لسانيات ۽ ٻولين جي تعليم سان لاڳو مسئلن ڏانهن ٿي ويو آهي ته يونيورسٽين مان ڊگرين وٺڻ وارن جي شوق جو لاڙو به لسانياتي جاگرافيءَ ڏانهن ناهي رهيو ۽ يونيورسٽين به اهڙن قسمن جي ڪورسن جي آڇ ڪرڻ بند ڪري ڇڏي آهي. ڪنهن به يونيورسٽيءَ جي ڪورسن جو ڪئٽلاگ کڻي ڏسو لسانياتي جاگرافي ٽوڙي ان جا اڳواڻ "تاريخي لسانيات" ۽ "تشابهتي لسانيات" جا ڪورس ورلي ڪي هٿ اچن. جيڪڏهن ڪو مضمون يونيورسٽين ۾ نه پڙهائبو ته ابتدائي لسانيات جي ڪورسن جي ڪتابن ۾ اهڙو باب هرويرو ڏئي ڇا ڪبو؟ ان ڪري 1960ع ۽ 1970ع وارن ڏهاڪن ۾ امئريڪا ۾ ڇپيل ابتدائي لسانيات جي ڪتابن تي نظر وجهبي ته ڊاياليڪٽ جاگرافي يا لنگوسٽڪ جاگرافيءَ جو باب ڪٿي به ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو جيئن اڳي بلومفيلڊ يا

هاڪيٽ وغيره جي ڪتابن ۾ هوندو هو. ان جي بدران ان وقت جي ابتدائي ڪتابن ۾ ٻوليءَ جي اختلاف، تنوع يا ويريئيشن (Language variation) جهڙا باب ڏسڻ ۾ ايندا. الغرض:

"لسانياتي جاگرافي" وئي ڙي ويئي،
جهلي سون ٻڪن ۾ پر وتين ڪان ويئي."

پئسي ۽ انساني سگهه جي کوٽ ڪان سواءِ ڪي نظرياتي ڳالهيون به هيون، جن جي ڪري نج لسانيات ۾ ڪم ڪرڻ وارن جو توجه لسانياتي جاگرافيءَ تان هٽي، بين نظرياتي ۽ عملي "سودمند" ميدانن ڏانهن ٿيڻ لازمي ٿي پيو هو. ڊايالڪٽالاجيءَ جي مڙنئي اڳين اهم تصنيفن تي "لسانيات" وارن جي طرفان اها نڪته چيني ٿيندي رهندي هئي ته ڊايالڪٽالاجيءَ وارا عالم نظرياتي لسانيات جي علم ڪان اڪيون پوري، پنهنجو مواد گڏ ڪري، رڳوان کي ڇپائي ڇڏڻ ۾ دلچسپي رکن ٿا. پنهنجي ڪم جو بنياد ڪنهن نظرياتي اصول تي نٿا رکن. نڪي پنهنجي مواد جي تشريح نظرياتي اصولن تي ٿا ڪن. حالانڪ اٽويهين صديءَ ۾ جڏهن "لسانياتي جاگرافيءَ" جو ڪم شروع ٿيو هو ته ان کي نظرياتي پنيرائي حاصل هئي. لابوف چوي ٿو:

"But in the 20th century, dialectology as a discipline seems to have lost any orientation toward the theoretical linguistics, and dialect geographers have been content to collect their materials and publish them."

لابوف جي خيال مطابق توضيحي لسانيات ۽ محاورتي لسانيات وارن جي هڪ ٻئي سان اها اٽوٽ يا بي تعلقي اُٺيهه سو پنجاهه واري ڏهاڪي تائين قائم رهي. ايسٽائين جو وچي مارٽيني (1955ع)، مولٽن (1962ع)، ۽ وينرخ (1954ع) جون لکتون ڇپيون، جن علائقائي لسانيات ۾ نظرياتي سگهه جي پنيرائيءَ آڻ جي ڪوشش ڪئي. اُن هوندي به اهي سڀ ڪوششون لسانياتي جاگرافيءَ جي "مثل مڙهه" ۾ ساهه وجهي نه سگهيون. پر جيئن قدرت جو قاعدو آهي، لسانيات جي انهن ٻن شاخن جي لهه وچڙ ۾ اچڻ ڪري لسانياتي جاگرافي ڪيترن مختلف قسم جي نون لسانياتي تحقيقن کي جنم ڏنو. پاڻ پنهنجا





پساهه پورا ڪري، هلندي رهي.

لسانياتي جاگرافيءَ جي اُسهڻ (پوري ٿي هلڻ) تائين جيڪي مرحلا لڳا، سي اُنهن نالن مان ئي ظاهر آهن، جيڪي ان علم لاءِ استعمال ٿيندا رهيا آهن: ڊايالڪٽ جاگرافي، لنگوسٽڪ جاگرافي، ڊايالڪٽالاجي، ريجنل ڊايالڪٽالاجي وغيره. بيلي (1973ع– ص 2–161) نيٺ تجويز ڪيو ته ڊايا ليڪٽالاجي ۽ ڊايالڪٽ وارا نالا به غير موزون آهن. ان ڪري جو جنهن شيءِ کي "ڊايالڪٽ" ٿو چئجي، اُها شيءِ هن ڌرتيءَ تي ته ورلي ليي. ڊايالڪٽ جنهن شيءِ کي چئبو هو سا هئي

"mutually intelligible forms of a language delimited by isoglossic bundles".

(پاڻ ۾ سمجهه ۾ ايندڙ ٻوليءَ جون اُهي صورتون، جنهن جون حدون آئسو گلاسز جي موڙين سان محدود ڪيل هجن.) جيڪي تحقيق مان هٿ آيو آهي سو اهو آهي ته اهي خالي ليڪون. آئسوگلاسز هڪ ٻئي سان ملن گهٽ ٿيون، هڪ ٻئي کي ڪاٽين وڌيڪ ٿيون، جڻ ته ڪو "ڊايالڪٽ" اهڙو نج نه هوندو جنهن کي ٻين ڪان بلڪل الڳ ڪري سگهجي. اها حقيقت تڏهن وڌيڪ واضح ٿي ٿئي، جڏهن عمودي (سماجي) فرقن سان اُفقي جاگرافيائي فرقن کي ملائي پرکيو ٿو وڃي. اهڙيءَ حالت ۾ "محاورن" جي ڳالهه ڪرڻ بدران "عارضي (transitional) محاورن" جي ڳالهه ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ڪري بيلي تجويز ڪيو آهي ته ڪن به لساني فرقن جي وچور لاءِ "ليڪٽ" (lect) لفظ استعمال ڪيو وڃي، ۽ هڪ ٻوليءَ جي هڪ جهڙين صورتن جي اندر رهي جيڪي گهٽ ۾ گهٽ فرق ڏسڻ ۾ اچن، انهن کي آئسو ليڪٽل فرق چئجي، ۽ ٻوليءَ جي ان تفريق کي آئسوليڪٽ (Isolect) چئجي.

جيڪي نوان علمي ميدان لسانياتي جاگرافيءَ مان نڪري نروار ٿيا آهن، اُهي سڀئي ٻوليءَ جي آراڏاين لساني تفريق يا تنوع (لئنگوج ويريئيشن) هيٺ اچي وڃن ٿا. انهن مان هڪڙا سماجي لسانيات جي سري هيٺ ايندا، ۽ ٻيا وري "لئنگويجز ان ڪانٽيڪٽ" (هڪ ٻئي سان لهه وچڙ ۾ ايندڙ ٻوليون) جي سري هيٺ اچي وڃن ٿا.

# باب ڏهون

## سماجي لسانيات کان محاورن جي اڀياس تائين

**(الف) سماجي لسانيات جي اوسر:**

اها حقيقت آڳاٽي زماني کان وٺي ماڻهن کي معلوم هئي ته هڪ ٻوليءَ ۾ علائقائي آراڏاين کان سواءِ سماجي ڪلاسن جي ڪري ۽ ڳالهه ٻولهه جي موقعي (ڪانٽيڪسٽ) جي اعتبار سان آراڏايون پيدا ٿين ٿيون. وڏن اديبن جي لکتن ۾ اهڙي قسم جي ساڃاهه موجود هئي. مثلاً شيڪسپيئر جو هيمليٽ جڏهن مسخرن سان ٿو ڳالهائي، يا پنهنجي دوستن سان ٿو ڳالهائي، بادشاهه سان ٿو ڳالهائي يا اوفيليا سان ٿو ڳالهائي ته سندس گفتگوءَ جو انداز هر موقعي محل جي مناسبت سان مختلف آهي. لسانياتي علم ۾ اهڙين ويريئيشنز (آراڏاين، تفريقن يا اختلافن) ڏانهن علمي همدرديءَ جي نظر سان گهٽ پوءِ ڏٺو ويو. لسانياتي جاگرافيءَ ۾ اهڙين آراڏاين کي اٽليءَ واري جيبرگ ۽ جوڊ جي مطالعي ۾ تڏهن جڻ اصولاً مڃيو ويو. جڏهن هر شهر يا هنڌ مان ٻن مختلف سماجي حيثيت جي ماڻهن کان انٽرويو ورتا ويا. امريڪا واري لسانياتي اٽلس جي سروي جو بنياد انهيءَ اٽليءَ واري ماڊل تي هو. ڪارڪنن کي تربيت ڏيندڙ به جوڊ ئي هو ان ڪري علائقائي آراڏاين سان گڏ سماجي آراڏاين جو به اهڙي طرح مطالعو ڪيو ويو جو خابرن کي سندن تعليم، لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت ۽ سماجي ناتن جي لحاظ کان ٽن سماجي حيثيتن ۾ ورهايو ويو ۽ هر گروهه جي خابرن کي وري عمر جي، حساب سان ٻن گروهن ۾ ورهايو ويو. وڏي عمر وارا ۽ اڌڙوٽ يا ننڍي ٿهيءَ وارا. لسانياتي جاگرافيءَ جي انهيءَ سروي اهو ڏيکاريو ته هر هڪ علائقي جي سماجي حيثيت ۽ عمر جي فرقن ڪري





لفظن اُچارن ۽ جملن جي جوڙجڪ ۾ نمايان فرق ٿيو ٿي. اهڙيءَ طرح لسانياتي جاگرافيءَ جڻ سماجي لسانيات جو بنياد وڌو.

1958ع ۾ جان فشر (Fischer) انگريزيءَ جي اسم فاعل (پريزنٽ پارٽيسپل. جيڪو فعل ۾ ing _ ڳنڍڻ سان ٺهندو آهي. مثلاً "رَن" سان "رننگ") جي اُچارن رنن runnin رننگ running جي آزاد آراڏائيءَ (فري ويريئيشن) جو هڪ مطالعو ڪيو. ماڻهن جو اڳ خيال هو ته اهڙيءَ طرح هڪڙا ماڻهو هميشه "رنن" چوندا هوندا ۽ ٻيا هميشه "رننگ" چوندا هوندا. پر پروفيسر فشر جي مطالعي مان ظاهر ٿيو ته سندس خابرن مان تقريباً سڀني ماڻهن اهي ٻئي صورتون ٿوري يا گهڻي انداز ۾ استعمال ٿي ڪيون. مقداري جدولن مان ظاهر ٿيو ته ڪثرت استعمال جو لاڳاپو جنس، درجي، شخصيت، گفتگوءَ جي رسمي يا غير رسمي انداز ۽ استعمال ٿيندڙ فعل جي نوعيت سان هو. اهڙيءَ طرح آزاد آراڏائيءَ جي تصور (جي صحت) تي به پاڇو پيو. فشر جي تحقيق مان جڻ ثابت ٿي رهيو هو ته ٻوليءَ جي مختلف صورتن مان ڪنهن خاص صورت جي استعمال جو مدار ٻوليءَ تي ڪيترن سماجي دٻائن تي ٻڌل هو. فشر جي هن مضمون لسانيات کي سماجي علمن جي سائنسي طريقه ڪار جي گس سان لاتو. وينرخ، مولٽن وغيره جي ڪمن نظرياتي لسانيات ۽ ڊاياليڪٽالاجيءَ جي علمي تارين کي هڪ ٻئي جي ويجهو آندو پر ڊاياليڪٽالاجيءَ کي سماجي لسانيات جي واٽ تي پڪيءَ طرح آڻڻ ۾ جيترو هٿ لابوف جو آهي، اوترو ٻئي ڪنهن جو به ڪونهي. سماجي لسانيات کي صحيح طريقه ڪار (ميٿڊالاجي) ڏيڻ جي پڳ لابوف جي مٿي تي آهي. سماجي ڪلاسن جي ساڃاهه لاءِ لابوف اهي ماپا (پئرامیٽر) استعمال ڪيا، جيڪي سماجيات وارن وٽ استعمال ٿيندا رهيا هئا. نمونا (سئمپل) هٿ ڪرڻ لاءِ خابرن جي چونڊ اڳي اڳوات ٿيندي هئي، لابوف ان جي بدران نمونن هٿ ڪرڻ جو اهڙو (جنهن تي اڳ پهُ نه ڪيل هجي: غير هدفي، يا رينڊم سيمپلنگ جو) طريقو اختيار ڪيو جنهن ۾ مثلاً اٽين رٿيو ويندو ته هر هڪ شهر جي هر

ڏهين بلاڪ جي ستين اپارٽمنٽ جي رهاڪوءَ کان اطلاع وٺبو بشرطيڪ هو ٻاهرئين ملڪ جو نه هجي وغيره. اُچار جي مختلف اسلوبن (اسٽائلن) هٿ ڪرڻ لاءِ هن جيڪو انٽرويو جو طريقو جوڙيو اهو به پنهنجي نموني جو پهريون هو.

- آزاد ڳالهه ٻولهه ۽ رسمي ڳالهه ٻولهه جي طريقن سان الڳ مواد هٿ ڪيائين.
- ان کان وڌيڪ رسمي اچار لاءِ خابروءَ کان مضمونن جا ٽڪرا پڙهايائين ۽
- حد درجي جي احتياط واري اُچار لاءِ خابرن کان لفظن جون فهرستون پڙهايائين.

لابوف جي ڪم جي هن طريقي (ميٿڊالاجي) جي ڪم جو سماجي لسانيات جي ڪم تي وڏو اثر پيو. پر ان کان وڌيڪ اهم اثر لابوف جي "مقصديت" جو هو جنهن سان هن سماجي لسانيات تي ڪم ڪرڻ تي گهريو. لابوف ان ڳالهه کي رد ڪيو ته سنڌس مطالعن جو مقصد رڳو ٻوليءَ جي آراڌاين ۽ سماجي فرقن جو باهمي لاڳاپو ڏسڻ هو. لابوف پنهنجي ڪم کي سماجي ۽ لساني مسئلن حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سمڏو. هڙئي قسم جو نظرياتي جهيڙو هن کان اڳ ادب ۽ آرٽ جي ميدانن ۾ وقت بوقت ٿيندو رهيو هو. جنهن ۾ ٻن ڌرين جا نعرا هوندا هئا "ادب، ادب جي لاءِ" يا "ادب زندگيءَ جي لاءِ". هتي به اهڙيءَ طرح اهو مسئلو پيدا ٿيو ته لسانيات رڳو لسانياتي رمزن حل ڪرڻ (ڪُئي جا پرڙ ڳولهڻ) جي اندروني شوق لاءِ هجي يا ان کي زندگيءَ جي مسئلن حل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪجي. جيتوڻيڪ لابوف جي هن ڪم مشهور ٿيڻ کان پوءِ به ڪيترو ئي سماجي لسانيات جو ڪم اهڙو ٿيندو رهيو، جنهن جو مقصد رڳو ٻوليءَ ۽ سماجي آراڌاين جي لاڳاپي ڏسڻ تائين محدود هو. پر انهيءَ زماني جي گهڻي ڪم جو مقصد رڳو وچي تعليمي (academic) رهيو. ٻوليءَ جي تعليم لاءِ هڪڙي پاسي سماجي ۽ نسلي اقليتن جي ٻوليءَ ۽ انهن جي ٻوليءَ جي معياري ٻوليءَ سان فرق تي ڪم ٿيڻ لڳا. ٻئي پاسي معياري ٻوليءَ جي





تشريح ۽ توضيح ٿيڻ لڳي، جنهن ۾ سماجياتي پهلوءَ سان تشريح جو وارو به آيو.

### (ب) اقليتي گروهن جي محاورن تي ٿيل تحقيق:

امريڪا ۾ اقليتي محاورن تي توجهه جو هڪڙو عملي سبب اهو هو جو حڪومت اقليتي گروهن جي تعليم تي توجهه ڏنو ۽ ان سان لاڳو تحقيقي ۽ تعليمي ڪم تي گهڻو پئسو سيڙايو. پئسي جي ڇڪ لسانيات وارن کي به ڇڪي ورتو جن اقليتي گروهن جي ٻارن جي اصل ٻوليءَ تي گهڻو تحقيقي ڪم ڪيو. ٻولين جو گهٽ يا وڌ عزت وارو هئڻ، ٻولين جي ڪري ڪن قومن جو سڌريل هئڻ ۽ ٻين جو اڻ سڌريل هئڻ، ۽ هڪڙين ٻولين جو ٻين ٻولين کان گهٽ يا وڌيڪ منطقي هئڻ، يا ڪن جو ماڳهين غيرمنطقي هئڻ جهڙا غير علمي خيال گهڻو وقت ٿيو بي معنيٰ ثابت ٿي چڪا هئا، ۽ هنن لسانيات جي ماهرن جي تربيت ئي اهڙي بنيادي خيال تي آيل هئي ته ٻولين جا ڳالهائيندڙ ڪٿي به هجن، ڪيترا به هجن، سڌريل هجن توڙي اڻ سڌريل، سيئي ٻوليون علمي نقطه نظر کان هڪ جهڙي عزت ۽ اهميت جون مستحق آهن. انهيءَ ڪري امريڪا ۾ آراڌاين ۽ اختلافن کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويو ۽ اقليتي گروهن يا ڌارين ملڪن جي ٻارن کي، اسڪول ۾ انگريزيءَ سيکارڻ سان گڏوگڏ، پنهنجي اصلي (پهرين، يا مادري) ٻوليءَ تي فخر ڪرڻ سيکاريو ويو. سٺ ۽ ستر وارن ڏهاڪن ۾ "ٻائلنگول ايجوڪيشن" واري تحريڪ جو اهوئي مقصد هو. ۽ اقليتي ٻارن جي ٻوليءَ تي ٿيل ڪم مان پراڻن ماڻهن جا اُهي خيال به غلط ثابت ٿيا ته ڪارا ٻين آمريڪين وانگر "ري" جو اُچار ڪري نٿا سگهن جو سندن چپ ٿلها آهن. ٿلهن يا سنهن چپن جو "ري" جي اُچار سان علمي لحاظ سان ڪوبه لاڳاپو ڪونهي. چپن جي ٿولهه سان جيڪڏهن ڪي اُچار متاثر ٿي سگهن ها ته "بي پي ۽ ميم" جا هجن ها. جن جي اُچارڻ ۾ چپ استعمال ٿين ٿا. پر اهي ئي آواز تقريباً آفاقي آهن ۽ دنيا جي هر ٻوليءَ ۾ آهن. الغرض انهيءَ

زماني ۾ ڪارن جي مقامي انگريزي (ورنيڪيولر بليڪ انگلش) تي گهڻو تحقيقي ڪم ٿيو. لابوف (1969)، وولفرام (1969ع) مچل ڪرنان (1970) ۽ ٽرون (1972) وغيره اهڙا اپياس ڪيا. جن مان ڪارن جي مقامي انگريزيءَ متعلق ايتري معلومات هٿ آئي آهي جو وولفرام ۽ فيسولڊ (1974 ص 35) جي چوڻ مطابق، ايتري اڄ جي ڪنهن به غير معياري محاوري بابت هٿ ڪانهي آئي.

## ج) پجنن ۽ ڪريولن تي ٿيل ڪم:

ٿورائيءَ وارن (اقليتي) گروهن سان واسطو رکندڙ حاڪم، محڪوم جي لاڳاپي مان ايرندڙ انگريزيءَ جي محاورن جا ڪي قسم مطالعي هيٺ آهن. جيڪي "سماجي لسانيات" جي سري هيٺ به اچي وڃن ٿا. ۽ انگريزيءَ جي "لسانياتي توضيح" واري ادب ۾ به سندن ذڪر اچي وڃي ٿو. پر لاڪن هڪ نئون سرو به ٺاهيو اٿن: "لاڳاپي هيٺ ٻوليون" جهڙي معنيٰ وارو (لئنگوجز اِن ڪانٽيڪٽ Languages in contact) انهيءَ تي به اتفاق ڪونهي ته انهن کي الڳ ٻوليون چئجي يا ڪين انگريزي ۽ ٻين ٻولين جا محاورا ڪري مڃجي. انهن محاورن يا ٻولين تي ٿيندڙ ڪم جو اثر وري موٽ ڪائي اصل وڏين ٻولين جي هڪ ٻئي سان لهه وچڙ ۾ اچڻ واري پهلوءَ تي پئجي رهيو آهي.

جڏهن يورپي آچا ماڻهو دنيا جي مختلف علائقن ۾ پکڙبا پيا ته ساڻن ڏيتي ليتيءَ ۽ وهنوار ڪرڻ لاءِ اتي جي رهاڪن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ اڄڻ ماڻهن جي ٻوليءَ جا لفظ گڏي ڳالهائڻا پيا. جتي انگريز ويا، اتي انگريزن سان ڏيتي ليتي ڪرڻ، بزنس ڪرڻ لاءِ جيڪي اهڙيءَ طرح نيون ٻوليون نهيون تن کي "پجن" pidgin (بزنس، بجنس، بجن، "پجن") ٻوليون ڪري سڏيائون. مثلاً ميلائيشيا ۾ ڳالهائيندڙ پجن انگلش. ٻئي پاسي پورچوگال، اسپين ۽ فرانس جا ماڻهو جڏهن ويسٽ انڊيز يا ڏکڻ امريڪا ۾ پهتا ته اتي جا ماڻهو ڪين ڪريولو "ڪريول" (Carioulo, Creole) ڪري سڏڻ لڳا. جيئن پاڻ وٽ انگريزن کي "ٻورا" يا "گورا" ڪري سڏيندا هئا. انهن گورن، ٻورن





يا ڪريولن سان ڳالهائڻ لاءِ مقامي ماڻهن جيڪي گاڏڙ ٻوليون ناهيون تن کي ڪريول (Creole) ڪري سڏيائون. پجن ۽ ڪريول جي هنن اصطلاحن کي، جيڪي دراصل الڳ الڳ تاريخي پس منظر جي پيداوار آهن، مختلف ماڻهو مختلف معنائن ۾ استعمال ڪن ٿا. ڪي اڄا تائين پجن ۽ ڪريول کي الڳ الڳ ٻولين ڪري ٿا مڃين: ڪن وري چيو ته جڏهن اهڙيءَ طرح بگڙجي ڪا ٻولي ٺهي ۽ محدود مقصد لاءِ استعمال ٿئي ته اُها ٿي پجن. پر جڏهن اهڙيءَ طرح اها ٻولي هڪ خاص طبقي جي روزمره استعمال ۾ پڪي ٿي وڃي ته اُها ٿي ڪريول. رابرٽ هال ٻولين جي ڪريول ٿيڻ (creolization) جي گهڻ نسلي (polygenetic) نظريي ۾ ٻن منزلن جو ذڪر ڪيو آهي. پهرين منزل مختلف ٻولين ڳالهائيندڙن جي وچ ۾ ڏيتي ليتيءَ جي لاڳاپي سان هڪ تمام بنيادي قسم جي پجن ٻوليءَ جي حيثيت سان شروع ٿئي ٿي. اها پجن ٻولي انهن سيني ٻولين جي عنصرن جي ميلاپ سان ٺهندي، جيڪي اُتي ڳالهايون وينديون هونديون. نيٺ اِها آسان ٻولي پنهنجي انهن تجارت ۽ تجسس جي مقصدن جي حدن کان ٻاهر نڪري ايندي، جن جي ڪري شروع ٿي هئي، ۽ اتي جي ڪن ماڻهن جي مائيٽي (مادري) زبان ٿي ويندي. جڏهن ٻولي انهيءَ ٻيءَ منزل تي پهچندي تڏهن ڪيس ڪريول چوندا. ۽ ٿوري ئي وقت ۾ نون لفظن ٺهڻ جو هڪ نئون سلسلو (relexification) شروع ٿي ويندو. ٻوليءَ ۾ نوَن لفظن جي داخل ٿيڻ سان ٻوليءَ جي جوڙجڪ (ساخت يا گرامر) ۾ به واڌارو ٿيندو. ترقيءَ جي هن نقطي تي پهچي اُها ڪريول ٻولي ان پنگتيءَ جي سيني ميمبرن تائين پهچي ويندي. اهڙيءَ طرح ٻوليءَ جي واڌاري جا اهي تاريخي نمونا (پيٽرن) شروع ٿي ويندا جن ۾ لفظ اُڌارا ونڻ ۽ اندروني ڦيري سان نوان لفظ ٺاهڻ شامل آهن. اڌار ونڻ ۽ اندروني ڦيري جهڙا نمونا سيني زبانن جو خاصو آهن. (هال، 1965).

ڪريولن جي مطالعن مان ڪارن جي مقامي انگريزيءَ جي اصليت تي به ڪجهه نئين روشني پئي آهي. اڳي ماڻهن جو اهو خيال هو ته ڪارن جي ٻولي رڳو ڏکڻ ۾ ڳالهايل اڇن جي محاوري جي وڏيڪ

بگڙيل صورت هئي، پر هاٽي سٽيوئرٽ (1967_1968)، بيلي (1965) ۽ ڊلرڊ (1967_1972)جي تحقيق مان پتو پيو آهي تہ ڪارن جي ٻوليءَ ۾ گولا يا گيچي ۽ ٻين ڪريولن جا لفظ عام طرح ملن ٿا. انهيءَ جي معنيٰ اها ٿي تہ ڪارن جي ٻوليءَ ۾ سنڌن اصلي آفريقي ٻوليءَ جا لفظ اُچار ۽ جملي جي جوڙجڪ جا طريقا اڃا ڪنهن نہ ڪنهن بگڙيل صورت ۾ موجود آهن. جن جي ڪري سنڌن محاورو ٻين محاورن کان آراڏو آهي.

## (د) معياري انگريزيءَ جي آراڏاين جي توضيح جا مطالعا:

سماجي لسانيات وارن، جيئن اڳ ڏنوسين ، هڪڙي پاسي غير معياري محاورن جا مطالعا ڪيا تہ ٻئي پاسي معياري محاورن جي آراڏاين کي پُرجھڻ ۾ بہ ڪا ڪسر ڪانہ ڇڏيائون. انهيءَ ڪري جو تعليم جو وسيلو اهو محاورو هو ۽ حڪومتن ان تي پئسو خرچ پئي ڪيو. انهن مطالعن مان معياري انگريزيءَ جي آراڏاين (تفريقن، اختلافن يا ويريئيشنز) جا جيڪي ماڊل ظاهر ٿيا آهن، تن مان ٿي ماڊل تعليمي حلقن جي توجہ جو مرڪز بنجي رهيا آهن: گريگريءَ وارو ماڊل (1978 ۽1967)
(ڪورڪ ۽ ٻين جو ماڊل (1972)، ۽ سٽريوينز وارو ماڊل (1977ع).

### 1. ٻوليءَ جي آراڏاين جي توضيح لاءِ گريگري وارو ماڊل:

گھڻن عالمن جي اڳ ڪيل ڪم جي آڌار تي گريگري 1967ع ۾ هڪ ماڊل پيش ڪيو جنهن کي 1978ع ۾ وري سڌاري ورجايو اٿس. پنهنجي هِنَ ماڊل ۾ گريگريءَ مختلف آراڏاين کي پرکڻ جا هيٺيان پهلو ڄاڻايا آهن:

1. حاوراتي (ڊايالِيڪٽل) لحاظ سان ٿيندڙ آراڏايون.
(ڏسو چارٽ پهريون)
2. ٻہ نمونيائي (ٻن ٽائيپن وارين، ڊايا ٽائيپڪ) لحاظ سان ٿيندڙ آراڏايون. (ڏسو چارٽ ٻيون)
2. واپرائيندڙ جي وسيلي (user's medium) جي لحاظ سان ٿيندڙ آراڏايون (ڏسو چارٽ ٽيون)





### 1. محاوراتي لحاظ سان پيدا ٿيندڙ آراڏايون:

هي آراڏايون پنجن قسمن جون آهن:
(الف) واپرائيندڙ جي شخصيت جي اعتبار کان اسرندڙ ذاتي آراڏايون (Idiolectal varieties) ڏهنديون جيئن چوندا تہ هيءَ فلاڻي جي ٻولي آهي. لکيل ٻولي جي لحاظ کان چئي سگھجي ٿو تہ هيءَ ڪاڪي پيرو مل جي ٻولي آهي، هيءَ مرزا قليچ بيگ جي، هيءَ ميران محمد شاھ جي، ۽ هيءَ غلام محمد گراميءَ جي ٻولي آهي. ڳالهايل ٻوليءَ مان نہ ڏسندڙ ماڻهو بہ آواز ٻڌي، ٻڌائي سگھندو تہ ڪير پيو ڳالهائي. ذاتي آراڏايون اُچارن، لفظن جي چونڊ ۽ گرامر جي واهپي مان سڃاڻپ سگھبيون.
(ب) زماني اصليت جي لحاظ کان ٿيندڙ آراڏايون (varieties according to temporal provenance) جيئن چئجي تہ هيءَ پندرهين صديءَ جي ٻولي آهي، هيءَ اوڻيهين صديءَ جي، يا ويهينءَ صديءَ يا آزاديءَ کان اڳ يا پوءِ جي فلاڻي ڏهاڪي جي، جنگ کان اڳ جي، يا پوءِ جي وغيره.
(ج) جاگرافيائي اصليت واريون يا فاصلاتي آراڏايون (Geographical or spatial varieties) جيئن برطانيہ جي انگريزي امريڪا، آسٽريليا، نيوزيلنڊ، هند - پاڪ يا آفريڪا جون انگريزيون، يا جيئن پاڻ چونداسين تہ هيءَ لاڙ جي، وچ جي، يا سري جي سنڌي آهي يا هيءَ شڪارپور جي يا خيرپور جي سنڌي آهي، يا هيءَ هندوستان جي سنڌي آهي.
(د)واپرائيندڙ جي سماجي اصليت واريون آراڏايون (varieties according to social provenance) جيئن مٿئين طبقي جي ٻولي، نوجوانن جي، يا پوڙهن جي ٻولي.
(هہ) واپرائيندڙ جي سمجھہ ۾ اچي سگھڻ جي اعتبار سان ٿهندڙ آراڏايون، (varieties according to range of intelligibility) جيئن چئجي تہ ڪا معياري آرڏائي آهي تہ ڪا غير معياري.

### 2. ڊاياٽائيپڪ پهلوئن واريون آراڏايون:

هن سري هيٺ گريگريءَ هي آراڏايون ڄاڻايون آهن:
(الف) واپرائيندڙ جي مقصد (Purpose) واريون آراڏايون، جيئن:
(1) فني يا (2) غير فني.